# تحريڪ

پبليڪيشن
حيدرآباد سنڌ

# نئون آئين



مَتو آهين مڇ، ٿُلهو ٿيو ٿو ٿُنا مَٿين. جا تو ڏِٺي اَڄ، ته پاڻيءَ پُنا ڏيهه (شاهه)

# متحده جمهوري محاذ



مُهِ ته موسي جهو [illegible] ابليس، آهه وهاءُ خبث ڪيي ڪوهه نه ڄاڻين (شاهه)

## هن شماري ۾..........



قيمت پنجهتر پيسا

سنڌي عوامي انقلابي سلسلو

# تحريڪ پبليڪيشن

سال پهريون
ڪتاب ڇهون

صحيح قومي ٻڌي لاءِ
جدوجهد ڪريو

مرتب
پتر

پناهه جگر سنڌي

قيمت پنجهتر پيسا

اپريل ١٩٧٣ع

ائڊريس
تحريڪ پبليڪيشن
B-80 لطيف آباد يونٽ-4
حيدرآباد

ڪتاب جي خريداري جي سلسلي
۾ لکپڙهه ڪندا.

سول ايجنٽس
محمد شفيع سول ايجنٽس
پرنس بڪ اسٽال گاڏي کاتو
حيدرآباد سنڌ.

ڇپائيندڙ: سيد عالم شاهه
B-80 لطيف آباد يونٽ نمبر-4
حيدرآباد.

ڇپيندڙ: سيد مظفر حسين، پرفيڪٽ
پرنٽرس، ٤/٢٧٥، حيدر
حيدرآباد سنڌ.

## نئون ون يونٽ

ون يونٽ جي خلاف سنڌي عوام گذريل ڪيترن سالن کان جدوجهد ڪندو رهيو آهي، وڏين قربانين ۽ ڪشالن ڪاٽپوءِ ون يونٽ جي پراڻي ڍانچي کي ڊاٿو ويو. چوطرف ڪيرون مبارڪون هلي ويون، جشن ملهايا ويا، هر ڪنهن چيو ته، "هي بلا مون ماري" پر ڏسڻ وارن ڏٺو پئي ته ون يونٽ جو ڪوٽ پاڙان نه پٽيو ويو آهي، فقط پراڻين سري ڪاڏل ڀتين جي مرمت ڪري، کين نئون رنگ روغن لڳائي، هڪ نئون ٿهري ڪوٽ کڙو ڪيو ويو آهي.

اهو ڪوٽ اڳوڻي ون يونٽ جي ڪوٽ جي مقابلي ۾ وڌيڪ مضبوط، وڌيڪ پختين پاڙن وارو ۽ وڌيڪ سخت آهي. نئون آئين نئين ون يونٽ جو نئون دستور آهي.

نئين آئين، نئين ون يونٽ جي قيدخاني جي ديوارن مٿان نقلي اسلام جو رنگ ۽ نقلي سوشلزم جو روغن مکي عوام کي خوش ڪيو آهي. قيدخاني جي پهريدارن ۽ جيلرن کي عوامي ورديون پهرايون ويون آهن.

اڳوڻي ون يونٽ ۾ ڪمزوري اها هئي جو اهو ڊڪٽيٽري لاءِ هيٺ سنگينن جي نوڪ سان عوام جي مٿان مڙهيو ويو هو. نئين آئين ون يونٽ کي انهيءَ ڪمزوريءَ کان آجو ڪيو آهي. نئون ون يونٽ عوام جي ووٽ سان، عوام جي چونڊيل نمائندن هٿان ۽ عوام جي قائد جي هدايت ۽ زير نگراني ۾ مڙهيو ويو آهي.

اڳوڻي ون يونٽ ۾ پاڪستان جي مختلف قومن جو نالو نشان گم ڪيو ويو هو، عوام جي ٻولين ۽ ثقافتن کي نظرانداز ڪيو ويو هو. صوبائي خودمختياري جي وجود کان انڪار ڪيو ويو هو. نئين ون يونٽ جي نئين آئين ۾ اهي نقص نه آهن. هن آئين ۾ پاڪستان جي مظلوم صوبن جا نالا وٺي سنڌ پوري

ٻوڙي ويئي آهي. عوام جي ٻولين جي حفاظت جي بهاني سندن گلو گهٽيو ويو آهي. صوبائي خودمختياريءَ جي نالي ۾ صوبائي خودمختياري جي مٽي پليد ڪئي ويئي آهي.

اڪوٽي ون يونٽ جي آئين مڙهڻ پيري عوام کي سنگينون ڏيکاري سندن اکيون ٻنيون ويون هيون. نئين ون يونٽ جي نئين آئين ۾ عوام کي عوامي آفيم کارائي بيهوش ڪيو ويو آهي.

پاڪستان جا عوام گذريل پنجويهن سالن ۾ ڪئين دوکا ۽ فريب کائي چڪا آهن پر هيڙي ويساهه گهاتي پاڪستان جهڙي ويساهه گهاتن جي ملڪ ۾ به ورلي ئي هوندي. اڳي ته عوام دشمنن خلاف فرياد هو. پر هاڻ رڳو عوام دوستن نه پر عوام جي قائدن سان واسطو آهي، انهن جي دانهن ڪنهن کي ڏجي؟

جـــي ســـي لوڙائو ٿيا جنهن سندي ڏيـــر،
مـــاروئڙا فقـــير، ڪـنهن درڏيـنـــدا دانهڙي؟

ڪنڌيءَ جهليو ڪانهن، عاشق اُبو آهون ڪري،
تو ڪيئن ٻوڙي سهڻي ٻيلي منهنجي ٻانهن،
درياهه تڙاتي دانهن ڏيندس ڏينهن قيام جي.

بهرحال قـومن جـي زندگيءَ ۾ اهـڙيـون لاهيون چاڙهيون اچيون آهـن. اسين انهيءَ نئين ويساهه گهاتيءَ مان نوان سبق سکنداسين. اسين بزدل ۽ مايوس نه ٿينداسين، اسين پنهنجي قومي حقن جي جدوجهد جاري رکنداسين. اسين پنهنجن حقن لاءِ لڙندا رهنداسين.

ٽڪاڻي ـ ٽر ٿيله چـــڙهه چڪياڻي چوٽئين
ملندي موت پنهون ڏي پتوءَ ميڙيئي پيل
اتي رائو ريل ويـئن تـــان واري وري.

فتح حق جي ٿيندي، فتح پاڪستان جي مظلوم قومن ۽ عوام جي ٿيندي. فتح سنڌي عوام جي ٿيندي.

**انڌير ۾ ابليس!**

مظلومن تي رڳو ظلم ٿئي ته به ٺهيو، سندس زخمن تي لوڻ ٻرڪڻ به ضروري سمجهيو ويندو آهي. مرضن جو ماريل رڳو بيماريءَ وگهي مري يا ڪو ڪوڙي ڪيس ۾ جهليل رڳو ڦاهي چڙهي سو ڪافي ناهي. جيستائين پوليس، ملان، ڊاڪٽر، پوليس ڪاموورا ۽ وڪيل ڪيس ڪوڙا ڏنا ڏيئي سندس گهر پينگ نه ڪن، تيستائين مريض جو مرڻ ۽ قيديءَ جو ڦاهيءَ چڙهڻ به بيقاعدي ٿيو پوي.

نئين آئين پاڪستان ـ مظلوم عوام ۽ مظلوم قومن جي آس ۽ اميدن کي جيڪي

لٽ ڏنا آهن. تن تي اُلوءُ پرڪڻ لاءِ مظلوم عوام ۽ مظلوم قومن جا ازلي ويري ورِي ٻه جمهوري ٻِڪ ٻڌِي اچي ڪڏ ٿيا آهن. هڪڙي پاسي نقلي ترقي پسند ملان ۽ پير، ٻئي پاسي نقلي ترقي پسند ۽ ٽئين پاسي نقلي قوم پرست سردار سڀني هڪ ٻئي کي ڦوري اچي ڏڏڙ آهي. هي رهڙن، ٺڳن ۽ ڀيروپين جو ٽولو عوام جي ڦُٽن تي لوڻ پرڪڻ لاءِ، عوام جي آئيني حقن جي لاشن تي اوچنگارون ڏيڻ ويٺو آهي. پر چاٺ وارا چائن ٿا ته جمهوريت جا قاتل اهي ئي آهن، جيڪي هيئر وڏيون اوچنگارون پيا ڏين. اهوئي نقلي رهزن ٽولو آهي. جنهن اسلام، جمهوريت، سوشلزم ۽ عوام جي نالي ۾ هميشه پاڪستان جي مظلوم عوام ۽ مظلوم قومن کي گس هلندي راهه تان ڀلايو ۽ ڦريو. هن ٽولي جي هڪڙن ماڻهن (نقلي اسلام پسندن ۽ نقلي جمهوريت پسندن) ظاهر ظهور جمهوريت جا قافلا ڦريا، ماريا لٽيا. هن رهزني جا پلاند بنگال جي خون سان ڀريل آهن. هن ئي ون يونٽ جي ڪوڙي مخالفت ڪري سچي مخالفت جي راهه بند ڪئي، هن ئي ڊڪٽيٽرن کي قتل عام ڪرڻ جون هشيون ڏنيون. هن ئي پاڪستان کي انڊونيشيا بنائڻ، لکين ڪروڙين عوام جو ڪوس ڪرائڻ جون سٽون سٽيون، هن ئي ماڻهن جون زبانون تارون ڪان ڇڪي ڪڍڻ جون ڌمڪيون ڏنيون، هن ئي ٿي چيو ته سنڌ ۾ به بنگال جهڙي ڪوس جي ضرورت آهي، هن پاڪستان جي مظلوم قومن، سنڌن ٻولين ۽ ثقافتن سان ويساهه گهاتي ڪئي.

هن ڪي اعتراض اهو ڪونهي ته اردو کي پاڪستاني عوام ۽ قومن مٿان قومي ٻولي ڪري ڇو ٿاڦيو ويو آهي. حقيقي قومي ٻولين کي ڇو نظرانداز ڪيو ويو آهي يا پاڪستان جي مختلف قومن جي قومي وسيلن کي ڇو لٽ جو مال بنايو ويو آهي يا ڊوميسائيل جا رهيل کهيل بند پڃي پاهرين پوڙ لاءِ ميدان ڇو صفا ڪيو ويو آهي يا ٻاهرين کي سنڌ تي مڙهڻ لاءِ قانوني اشڪنجا ڇو ٺاهيا ويا آهن يا صوبائي خودمختياريءَ جي نالي کي سڪتو فريب ڇو بنايو ويو آهي. انهن ”جمهوري“ ڪجهن کي ڪنهن رکو اها آهي ته اقتدار جي ڊوڙ مان اڄ به ڪين وڏو حصو ڇونه مليو آهي. اسلام جي آڙ ۾ اڄا وڌيڪ بيحيائيءَ ۽ بيشرميءَ وارو آئين ڇونه ٺاهيو ويو آهي ۽ پاڪستان جي مظلوم عوام ۽ مظلوم قومن کي الشمس ۽ البدر جي قاتلن جي ڪلي جاگير ڇونه بنايو ويو آهي. هي جمهوريت جي قاتلن جو محاذ آهي. هي عوام جي رت جي پياسن زهري نانگن جو محاذ آهي. اهي آهن جن لاءِ فرمايل آهي ”منهن ته موسيٰ جهڙو اندر ۾ ابليس.“

پاڪستان ۽ سنڌ جو عوام پنهنجن هنن ازلي ويرين خلاف حياتي ۽ موت جي جدوجهد جاري رکندو.

## سنڌين کي جمهوري حق ڏيو.

سنڌ ۾ هن وقت فقط ٻن ٽولن کي ڳالهائڻ جي موڪل آهي. هڪڙا وڏيرا ۽ وزير ۽ ٻيو آهي جمهوريت جا قاتل ۽ جلاد جي ٻانهن کي جمهوري مخالفت جا وارث سڏائي ملڪ تي مڪر، فاشزم ۽ غنڊاگرديءَ ذريعي قبضو ڪرڻ ٿا چاهين. پر سنڌ ۾ هڪڙي

ٿي ڊر ۾ رهي ٿي. اها ڊر آهي سنڌي عوام پيپلز پارٽيءَ عوام سان جمهوريت جو واعدو ڪيو هو. جمهوريت اها ناهي ته فقط وڏيرا ۽ وزير صاحب گوهر افشاني فرمائين ۽ عوام سدائين رڳو وات ڦاڙي ستڊن گلاب جي گل جهڙا گفتا جهٽين.

جمهوريت جو مطلب آهي ته جي مهيني جا ۲۹ ڏينهن سرڪار نامدار جا گوهر پنهنجون گفتارون ٻڌائين ته گهٽ ۾ گهٽ هڪڙي ڏينهن ته عوام کي به وارو ملي جيئن هاري، مزدور، ننڍا واپاري، آبادگار، شاگرد، دانشور ۽ قومي ڪارڪن به پنهنجي دل جو احوال اوري سگهن.

اڙدوءَ وارن کي سوين نه پر هزارين اخبارن ۽ رسالن جا ڊڪليريشن ڏنا ويا آهن جي هر موقعي تي سنڌ، سنڌ... ثقافت خلاف زهر ڦهلائين ٿا. جڏهن هنگاما ڪرائڻا هوندا تڏهن اهي رسالا ڦري اڙز نانگ بنجي نه رڳو سنڌي عوام تي پر خود حڪومت تي ڦٽيون ڪيئي ڪين ڏنگڻ ايندا.

انهن جي مقابلي ۾ سنڌ جي گهٽين اخبارن ۽ رسالن کي ڊڪليريشن مليا آهن؟ گهڻن کي اشتهار ملن ٿا؟

اسان تحريڪ لاءِ گذريل سال کان ڊڪليريشن داخل ڪيو آهي. ان ڪانپوءِ اڙدوءَ جي سوين عوام دشمن رسالن کي ڊڪليريشن مليا آهن. پر اسان کي اڃا تائين ڊڪليريشن نه مليو. الٽو هن ڪتابي سلسلي جي ڇپائي به سي-آئي-ڊيءَ وارا روز نوس نوس پيا ڪن. سنڌي عوام جمهوريت کهڙي ٿو. ڳالهائڻ، گڏ ٿيڻ، جلسا ڪرڻ، لکڻ ۽ ڇپائڻ جي آزادي کهڙي ٿو. سنڌي عوام سرڪار جيمخالف نقلي جمهوريت پسندن جي جمهوريت پسنديءَ جي دعوائن کي چڱيءَ طرح سمجهي ٿو پر ان جي معنيٰ اها نه ناهي ته انهن ڪوڙن دعويدارن جو بهانو ڪري خود عوام کي جمهوري حقن کان محروم رکجي.

## فسادن جي سازش کي پڌرو ڪيو!

اخبارن مان معلوم ٿيو ٿي ته عوام دشمن وري فساد ڪرائڻ چاهين ٿا. انهيءَ ڳالهه عوام کي پريشان ڪيو آهي. خاطري آهي ته ڪراچي، حيدرآباد، ميرپورخاص، سکر، نوابشاهه ۽ ٻين وڏن شهرن ۾ فسادين هٿيارن جا وڏا ذخيرا گڏ ڪري رکيا آهن. فوجي تربيت وزتل الشمس ۽ البدر جا قاتل ڪراچيءَ ۾ تربيتي ڪيمپون کوليو ويٺا آهن. انهن جون ڪارستانيون گذريل فسادن ۾ ڏٺيون ويون. پوليس وغيره جي سنڌي عوام سان سچائي اسان ڏسي چڪي آهيون سي-آءِ-ڊي سڄي فسادين جي ايجنٽن سان سٽي بيٺي آهي. اها سرڪار کي ٻڌائيندي ته فسادين کان سڀ خير آهي، البت سنڌو ديش جا نعرا هڻندڙ ڇوڪرن مان وڏو خطرو آهي! سنڌي رپورٽون سراسر گمراهه ڪندڙ ۽ شرارتي هونديون. سرڪار کي آخر وقت تائين پتو ڪونه پوندو ته ڇا پيو ٿئي، تانجو سڄو ملڪ فسادن جي شعلن ۾ ورتجي ويندو تقرير باز ۽ بيان باز عوامي وڏيرا پنهنجي وچي ايئرڪنڊيشن بنگلن ۾ آرام پذير ٿيندا. سنڌي خلق موت جي منهن ۾ اچي ويندي.

اسين مطالبو ٿا ڪريون ته فسادن جي تيارين کي ڪچلڻ لاءِ هٿيارن جون تلاشيون ورتيون وڃن فساد ۽ سازش جي اڏن کي ناس ڪيو وڃي. جيڪي ماڻهو قتل عام ڪرڻ جون پيا ڪن تن خلاف مڪمل جاچ ڪئي وڃي ۽ مٿن قتل جي سازش جا مقدما هلايا وڃن گذريل فسادن جو پارٽ پاريندڙن تي به ساڳيو قدم کنيو وڃي ساڳئي وقت اسين سنڌي عوام کي به چوندا سين ته هو به پنهنجي سجاڳ رهن جن جن شهرن ۾ خطرو آهي اتي جا باشندا غنڊن جي سازشن تي نظر رکن، غنڊاگرديءَ خلاف متحد ۽ منظم ٿين ۽ امن امان بحال رکڻ لاءِ حفاظتي تدبيرون اڳواٽ سوچي ڇڏين ۽ انهن تي عمل ڪن.

سنڌ امن ۽ سلامتيءَ جو وطن آهي ان ۾ غنڊاگردي ۽ فسادن کي هرگز برداشت نه ڪيو وڃي.

● جيئن ته اسان جي دوست خالد سنڌي کي سنڌس الڪ ماهوار رسالي چارڻ جو ڊڪليريشن ملي ويو آهي. فرصت نه هئڻ ڪري هو تحريڪ پبليڪيشن جي ترتيب ڏيڻ جي ڪم ۾ هٿ وندائڻ کان قاصر آهي — مرتب.

# صحيح قومي ٻڌيءَ لاءِ جدوجهد ڪريو

سنڌ کي سدائين ڪي نه ڪي آفتون ڇهنديون پيون هونديون آهن. پر جهڙيءَ طرح اڄ اها واڳن جي وات آهي تهڙي طرح اها اڳ ڪڏهن به ڪانه هئي.

دشمنن وٽ حڪومت جي مشينري آهي، ڏنڊو آهي، دولت آهي، چالاڪ ۽ عيار دماغ آهن، رهزن ۽ قاتل ذهنيت آهي، قسمين قسمين تنظيمي چار آهن، فريبي من موهيندڙ نعرا آهن، هزار سالن جي بدمعاشي جو تجربو آهي، عزم آهي ته اتحاد به آهي سياسي ۽ فوجي جنگ جو وسيع تجربو آهي، قومي ۽ بين الاقوامي مددون، لاڳاپا ۽ مٽيون مائٽيون آهن. ان جي مقابلي ۾ اسين اڻوجهه ۽ اڻڄاڻ آهيون، نندڙي دل ۽ نندڙي دماغ وارا آهيون. اسانکي پنهنجي بچاءَ ڪرڻ جو نه تجربو آهي نه وسيلا آهن، نه صحيح وات آهي.

ان صورتحال کي بدلائڻ لاءِ اسان وٽ فقط هڪڙو هٿيار ٿي سگهي ٿو اهو هٿيار آهي "ٻڌي".

اسان کي پنجن قسمن جي ٻڌيءَ جي ضرورت آهي: ١- هڪڙي مقصد ۽ هڪڙي منزل جي ٻڌي. ٢- ان منزل ۽ مقصد لاءِ صحيح وات جي ٻڌي. ٣- اڳتي وڌڻ جي صحيح طريقن جي ٻڌي. ٤- تنظيم جي ٻڌي. ٥- عملي جدوجهد جي ٻڌي.

**١- هڪڙي مقصد ۽ هڪڙي منزل جي ٻڌي:-** اسانجي قوم منزل ۽ مقصد کان ڪيترن ڇڙوڇڙ ۽ ٻاڻ ۾ وڙهندڙ نندڙن نندڙن ٽولن ۾ ورهايل آهي، اسان مان ڪن جي سچي منزل ۽ سچو مقصد نوڪرين وٺڻ ناڻين وچيو ڇيهه ڪري. نوڪرين وٺڻ ڪانپوءِ اسان جا اهي ماڻهو چون ٿا ته، "هاڻي جدوجهد جو دنگ ٿي ويو، هاڻي وڃي پنهنجي گهر گهات جي ڪجي." ڪن جو منزل مقصود اليڪشن وڙهي ميمبر ۽ وزير ٿيڻ آهي. ٻين کي سورهن ايڪڙن ناڻ دل جي معافي کپي، ڪن کي ريڊيو تان سنڌي پروگرام کپن. ڇوٽن کي جلسا جلوس ڪرڻ ۽ رعب وارا نعرا هڻي واهه واهه ڪرائڻ جي لذت کپي. مطلب ته هر ٽولي جي منزل مراد تمام نندڙي ۽ الڳ الڳ آهي. رسمي طرح اسان سڀ جيئي سنڌ جا نعرا هڻون ٿا پر هر ٽولي جو مقصد ۽ مطلب پنهنجو پنهنجو آهي. سچي قوم جي منزل ۽ مقصد جي ٻڌي تڏهن ٿيندي جڏهن انهن ڌار ڌار نندڙين ٽولين جي مقصدن ۽ مطلبن کي گڏ ڪرڻ ٻاڻ ۾ پيٽي، چنبي ڇاڻي، مطلبن ۽ مقصدن جو اهڙو گڏيل مجموعو ناهيو وڃي، جنهن ۾ سڀني ڌار ڌار ٽولن جا مطلب ۽ مرادون سمائجي وڃن. هر ٽولو پنهنجي مطلب جي گهر به ڪري ۽ ساڳئي وقت ٻئي گڏيل مقصدن ۽ مرادن جي مجموعي

يعني گڏيل قومي گهرن لاءِ بہ وڙهي. سڀ سنڌي ٽولا گڏجي سڄي هڪڙي سنڌي ٽولي جي گهرن ٽوڙي سمورن ٽولن جي گڏيل گهرن جي پٺڀرائي ڪن. مثلاً، نوڪرين جي گهر اهو ٽولو بہ ڪري جنهن کي نوڪرين جو مسئلو درپيش آهي پر ساڳئي وقت اهي سڀ ٽولا بہ ڪن جن کي اهو مسئلو درپيش ناهي پر پنهنجا ٻيا مسئلا درپيش اٿن. نہ رڳو شاگرد پر ڪڙمي، ڪوري، لوهار، واڍا، موچي، واپاري، آبادگار ۽ وطن سان همدردي رکندڙ زميندار بہ اها گهر ڪن تہ، "سنڌين کي نوڪرين جا حق ڏيو!" ساڳئي وقت شاگردن جو بہ فرض آهي تہ رڳو داخلائن وٺڻ فين گهٽائڻ جي گهر نہ ڪن پر ان سان گڏ ڪڙمين، ڪورين، موچين، مزدورن، واپارين، آبادگارن ۽ وطن سان همدردي رکندڙ زميندارن جي گهرن جي بہ تائيد ڪن ۽ اهڙن گهرن واري جدوجهد ۾ شريڪ ٿين. سڄي قوم جي گڏيل گهرن کي اسين قومي جدوجهد جا اقتصادي، سياسي ۽ ثقافتي مقصد يا ٻورن لفظن ۾ قومي مقصد سڏي سگهون ٿا. انهن قومي مقصدن کي اسين ٻن حصن ۾ ورهائي سگهون ٿا. هڪڙا فوري مقصد جيڪي موجوده حالتن ۾ اسين پنهنجي موجوده وسيلن سان حاصل ڪري سگهون، ٻيا اهي آئيندي جا مقصد جن کي اسين اڄ حاصل نٿا ڪري سگهون پر صبح ڏي ڪري سگهنداسين. اهي ايندڙ مقصد بہ تڏهن حاصل ٿي سگهندا جڏهن اسان قوم کي اڄ ۽ هينئر کان ئي انهن کان واقف ڪريون ۽ انهن لاءِ هينئر ئي ذهني ۽ ٻي قسم جي تياري ڪري ايندڙ جدوجهد لاءِ رستا ۽ ميدان تيار ڪريون.

**٢- قومي منزل ۽ مقصد تي پهچڻ لاءِ صحيح واٽ:** قومي منزل ۽ مقصد کي طئہ ڪرڻ کانپوءِ ٻيو بنيادي مسئلو اهو آهي تہ اها واٽ ڳولي لهجي جيڪا اسان کي انهي قومي منزل تائين پهچائي سگهي. اسان جي قوم ۾ هونئن تہ گهڻئي ٽولا آهن پر هن مضمون جي مقصد لاءِ اسين سنڌي قوم کي پنجن مکيہ ٽولن ۾ ورهائينداسون: ١- هاري، ٢- مزدور، ٣- وڏا زميندار، ٤- سرمائيدار ۽ مٿيون وچولو طبقو ۽ ٥- ننڍو وچولو طبقو جنهن ۾ آبادگار، نوڪرين وارا ماڻهو، ڪاريگر ۽ ننڍا واپاري اچي وڃن ٿا.

سوال آهي تہ قومي جدوجهد ۾ انهن پنجن ٽولن مان هرهڪ ٽولي مان ڪهڙي اميد ۽ ڪهڙو آسرو رکجي؟ انهن مان ڪهڙا ٽولا پڇاڙيءَ تائين جدوجهد ڪندا ۽ ڪهڙا دشمن تي ڀيهندا. ڪهڙا ڪجهہ وقت هلندا ۽ پنهنجو مطلب پورو ڪري يا حالتون ڏکيون ڏسي اڌ مان گوهي ڏيئي پٺي ويندا يا تہ مرڳو وڃي دشمن سان ملندا؟ ٻيو سوال آهي تہ جيڪي ماڻهو قومي جدوجهد جي آخري منزل تائين پهچڻ چاهين ٿا انهن کي انهن ٽولن يا طبقن مان هرهڪ ٽولي يا طبقي سان ڪهڙي روش وٺڻ کپي ۽ ساڻن ڪهڙي هلت هلڻ کپي. ٽيون سوال اهو آهي تہ سنڌ جي قومي جدوجهد جي آخري منزل تائين هلڻ وارن کي پاڪستان جي ٻاهر ٻار غير سنڌي قومن، طبقن ۽ ٽولن سان ڪهڙو آسرو، اميد يا انديشو رکڻ کپي. انهن سان اسانجو ڪهڙو رويو ۽ هلت هئڻ کپي. چوٿون سوال آهي تہ جيڪي قومون، طبقا، ٽولا، سنڌي قوم جا بدخواهہ آهن اهي سڀئي پاڻ ۾ ڪيترين ئي ڳالهين ۾

يعني گڏيل قومي گهرن لاءِ ٻه وڌهي. سڀ سنڌي ٽولا گڏجي سڄي هڪڙي سنڌي ٽولي جي گهرن توڙي سڀني ٽولن جي گڏيل گهرن جي پٺڀرائي ڪن. مثلاً، نوڪرين جي گهر اهو ٽولو ته ڪري جنهن کي نوڪرين جو مسئلو درپيش آهي پر ساڳئي وقت اهي سڀ ٽولا به ڪن جن کي اهو مسئلو درپيش ناهي پر پنهنجا ٻيا مسئلا درپيش اٿن. نه رڳو شاگرد پر ڪڙمي، ڪوري، لوهار، واڍا، موچي، واپاري، آبادگار ۽ وطن سان همدردي رکندڙ زميندار به اها گهر ڪن ته، ”سنڌين کي نوڪرين جا حق ڏيو!“ ساڳي وقت شاگردن جو به فرض آهي ته رڳو داخلائن وٺڻ فين گهٽائڻ جي گهر نه ڪن پر ان سان گڏ ڪڙمين، ڪورين، موچين، مزدورن، واپارين، آبادگارن ۽ وطن سان همدردي رکندڙ زميندارن جي گهرن جي به تائيد ڪن ۽ اُن گهرن واري جدوجهد ۾ شريڪ ٿين. سڄي قوم جي گڏيل گهرن کي اسين قومي جدوجهد جا اقتصادي، سياسي ۽ ثقافتي مقصد يا ٻين لفظن ۾ قومي مقصد سڏي سگهون ٿا. انهن قومي مقصدن کي اسين ٻن حصن ۾ ورهائي سگهون ٿا. هڪڙا فوري مقصد جيڪي موجوده حالتن ۾ اسين پنهنجي موجوده وسيلن سان حاصل ڪري سگهون، ٻيا اهي آئيندي جا مقصد جن کي اسين اڄ حاصل نٿا ڪري سگهون پر صبح ڏي ڪري سگهنداسين. اهي ايندڙ مقصد به تڏهن حاصل ٿي سگهندا جڏهن اسان قوم کي اڄ ۽ هينئر کان ئي انهن کان واقف ڪريون ۽ انهن لاءِ هينئر ئي ذهني ۽ ٻي قسم جي تياري ڪري ايندڙ جدوجهد لاءِ رستا ۽ ميدان تيار ڪريون.

**٢- قومي منزل ۽ مقصد تي پهچڻ لاءِ صحيح وات:** قومي منزل ۽ مقصد کي طئه ڪرڻ کانپوءِ ٻيو بنيادي مسئلو اهو آهي ته اها وات کولي لهجي جيڪا اسان کي انهي قومي منزل تائين پهچائي سگهي. اسان جي قوم ۾ هوندئن ته گهڻئي ٽولا آهن پر هن مضمون جي مقصد لاءِ اسين سنڌي قوم کي پنجن مکيه ٽولن ۾ ورهائينداسون: ١- هاري، ٢- مزدور، ٣- وڏا زميندار، ٤- سرمائيدار ۽ مٿيون وچولو طبقو ۽ ٥- ننڍو وچولو طبقو جنهن ۾ آبادگار، نوڪرين وارا ماڻهو، ڪاريگر ۽ ننڍا واپاري اچي وڃن ٿا.

سوال آهي ته قومي جدوجهد ۾ انهن پنجن ٽولن مان هرهڪ ٽولي مان ڪهڙي اميد ۽ ڪهڙو آسرو رکجي؟ انهن مان ڪهڙا ٽولا پڇاڙيءَ تائين جدوجهد ڪندا ۽ ڪهڙا دشمن تي ڀيهندا. ڪهڙا ڪجهه وقت هلندا ۽ پنهنجو مطلب پورو ڪري يا حالتون ڏکيون ڏسي اڌ مان گوهي ڏيئي پٺتي ويندا يا ته سرگهو وڃي دشمن سان ملندا؟ ٻيو سوال آهي ته جيڪي ماڻهو قومي جدوجهد جي آخري منزل تائين پهچڻ چاهين ٿا انهن کي انهن ٽولن يا طبقن مان هرهڪ ٽولي يا طبقي سان ڪهڙي روش وٺڻ کپي ۽ ساڻن ڪهڙي هلت هلڻ کپي. ٽيون سوال اهو آهي ته سنڌ جي قومي جدوجهد جي آخري منزل تائين هلڻ وارن کي پاڪستان جي ڌار ڌار غير سنڌي قومن، طبقن ۽ ٽولن مان ڪهڙو آسرو، اميد يا انديشو رکڻ کپي. انهن سان اسانجو ڪهڙو رويو ۽ هلت هئڻ کپي. چوٿون سوال آهي ته جيڪي قومون، طبقا، ٽولا، سنڌي قوم جا بدخواهه آهن اهي سيئي پاڻ ۾ ڪيترين ئي ڳالهين ۾

اڄ نا موزون آهن سي صبحاڻي موزون ثابت ٿي پون. تنهن ڪري هواه اهو ضروري ناهي ته جدوجهد جي هڪڙي اسٽيج تي فقط هڪڙوئي طريقو استعمال ڪيو وڃي. ساڳئي وقت تي ڌار ڌار حالتن ۾ ڌار ڌار طريقا هڪٻئي سان گڏ ٺهڪائي استعمال ڪري سگهجن ٿا ۽ ڪرڻ کپن.

**۴- تنظيم جي پڙ:** ڇوٿون بنيادي مسئلو، تنظيمي پڙ جو آهي. قوم پلي مقصدن تي به متفق هجي، ان تائين پهچڻ جي صحيح واٽ به ڳولي لڌي ويئي هجي، جدوجهد جا صحيح طريقا به مقرر ڪري ڇڏيا هجن پر انهي هوندي به جيڪڏهن ان وٽ ڪا اهڙي تنظيم ناهي جيڪا ان جدوجهد جي رٿابندي ڪري، مختلف قوتن کي گڏي سندن رهبري ڪري، ڪين منظم نموني ۽ ڊسيپلن سان مختلف ميدانن ۾ لڙڻ لاءِ تيار نٿي ڪري، ته پوءِ سڄي ڪمائي ڪٽ ٿي ويندي. انقلابي وطن دوست تنظيم کانسواءِ ڪا به انقلابي وطن دوست جدوجهد هلي ڪامياب ٿئي سو اڻٿن ناممڪن آهي جيئن ڪنهن فوج جو ڪمانڊرن ۽ سپهه سالارن کان سواءِ جنگ کٽي سگهڻ. اسانجي قوم هن وقت ڇڙوڇڙ ماڻهن ۽ ٽولن ۾ ورهايل آهي. ڪي نالي ماتر جلسا جلوس ۽ اخباري بيان ڏيندڙ فرد ۽ تنظيمون به آهن پر اها دانا، دوراندي‌ش، منظم انقلابي ۽ عوامي تنظيم ناهي جا قوم کي تيار ڪري، سندن ڪمان ڪري ۽ کيس اڳتي، لانگهه مان اڪاري پار ڪري. جيڪڏهن اسان اهڙي تنظيم ٺاهڻ ۽ وڌائڻ ۾ ڪامياب وياسون ته چئبو ته اسان قومي پڙ جو چوٿون شرط يعني تنظيمي پڙ پورو ڪيو. ان تنظيم جو بنياد قوم جي ڪهڙن طبقن تي هجي، ان ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ڪهڙيون لياقتون ۽ شرط هجن؟ ان جي ڪم جو ڍنگ ڪهڙو هجي؟ ان جي اڳواڻي ڪهڙو طبقو ڪري اهي سڀ فيصلي طلب سوال آهن.

**۵- عملي جدوجهد جي پڙ:** مٿين چئن ئي قسمن جي پڙ کانپوءِ سوال آهي عملي جدوجهد جي پڙ جو. اسانجا مختلف محب وطن ٽولا مختلف ميدانن تي مختلف طريقن سان پنهنجي حال سارو جدوجهد ڪري رهيا آهن، انهن جي وچ ۾ ڪو به لاڳاپو ڪونهي. جيڪڏهن شاگرد هڙتالون ڪن ٿا يا سنڌ دشمن قوتن سان ٽڪر کائين ٿا ته ماستر، هاري، مزدور واپاري پنهنجي گهر ويٺا آهن. وري جي ماستر، هاري يا مزدور ڪو قدم کڻن ٿا ته شاگرد، واپاري ۽ آبادگار چپ آهن. عملي جدوجهد جي پڙ تڏهن ڇئبي جڏهن هڪڙي ٽولي جي جدوجهد جو سڄو سنڌ جي هڪ ڪنڊ کان ٻي ڪنڊ تائين، ڪينجهر کان ڪارونجهر تائين، ڪنڊ ڪوٽ کان ڪيٽي بندر تائين، پڙاڏا ڪرڻ لڳي.

**پڙ بابت مطالعو، غور، فڪر ۽ صلاح مصلحت ڪريو:** انهن سان هرهڪ پڙ جا پنهنجا پنهنجا مسئلا آهن. انهن تي غور ڪرڻ کپي صلاح و مصلحت ڪرڻ کپي. دنيا جي ٻين مظلوم ۽ مجاهد قومن جي جدوجهد مان سبق حاصل ڪرڻ کپي. انهن کي پنهنجي ماحول ۽ حالتن مطابق ڪهڙي سنواري پنهنجي ڪم لائق بنائڻ کپي. پنهنجي طرفان ايجادون ۽ واڌارا ڪرڻ کپن. اسانجي قومي جدوجهد جو صحيح بنياد فقط تڏهن پوندو جڏهن اسانجي سڄي قوم جا عوام ۽ ڏاها ماڻهو انهن مسئلن جي اهميت سمجهندا ۽ انهن جو حل ڳولي لهندا.

مير علي بخش ٽالپر

ميمبر قومي اسيمبلي

# رٿيل دستور تي هڪ نظر

[قومي اسيمبليءَ ۾ دستور تي بحث هلندي لکندڙ جيڪا تقرير ڪئي انجي مسودي جي آڌار تي هي مضمون لکيو اٿس. پڙهندڙن جي دلچسپيءَ لاءِ مضمون جا چونڊ ٽڪرا هيٺ ڏجن ٿا. ادارو]

## گهڻين قومن، ثقافتن ۽ ٻولين جو ملڪ!

هندستان گهڻين قومن، گهڻين ثقافتن ۽ گهڻين ٻولين وارو ملڪ آهي، اهي قومون ڪجهه وقت ڪنهن جابري بادشاهه شاہ ڪيون تي پر موقعو ملڻ شرط اهي الڳ ٿي ويون.

سنڌ به صدين جون صديون آزاد رهي آهي جڏهن به سنڌ غلام ٿي آهي ته سنڌ جي ماڻهن غلاميءَ جي ڄڀٽ ڇڏي لاهڻ لاءِ سِر جون سٽون ڏنيون آهن. ان لاءِ تاريخ جا ورق شاهد آهن.

## ڪوڙي فلاسافي!

شيخ رشيد صحيح چيو آهي ته ”پاڪستان ٺهڻ جو اصلي ڪارڻ مذهبي نه پر اقتصادي هو“ مسلمانن پاڪستان پنهنجي عزت، آبرو ۽ دين لاءِ به قائم ڪيو. پر بنيادي مقصد اهو هو ته پاڪستان ٺهڻ سان اسان جا درد دور ٿي ويندا، ڏک بکون ۽ مصيبتون ختم ٿي وينديون.

پر پاڪستان قائم ٿيڻ شرط ان جي سياست تي پنجابي ۽ مهاجر جاگيردارن، سرمائيدارن سندن پڙهيل ڳڙهيل طبقي ۽ ڪامورا شاهيءَ قبضو ڪري ورتو هنن پاڻ ۾ سازش ڪري پنهنجي ڦرمار ۽ تسلط کي قائم ۽ دائم رکڻ لاءِ هڪ ڪوڙي پاڪستاني فلاسافي تيار ڪئي. ان ڪوڙي فلاسافيءَ هيٺ هڪ قوم ۽ هڪ زبان جو نعرو ايجاد ڪيو ويو. هن ملڪ جي عوام جي ٻولين بنگالي پنجابي، سنڌي، پشتو، بلوچي وغيره کي ڪچلي مٿن اردو مڙهي ويئي. نظريه اسلام، نظريه سالميت ۽ نظريه پاڪستان جا نعرا هڻي قوم ۾ جنگي جنون پيدا ڪيو ويو. پاڪستان جي مسلمانن کي سيکاريو ويو ته هن ڪائنات جي اندر صرف توهان ئي خدا جا چونڊيل بندا آهيو. اخلاق، علم ۽ بهادريءَ توهان تي اڇي دنگ ڪيو آهي. ٻي سڄي دنيا خاص ڪري غير مسلمانن لاءِ ڌڪار ۽ نفرت پيدا ڪئي ويئي، پاڙي جي هندن لاءِ چيو ويو ته اهي ته بلڪل نيچ ۽ گهٽ آهن. نتيجو اهو نڪتو ته سامراجي مقصدن مطابق هن ملڪ ۾ هڪڙي پاسي عوامي جدوجهد، عوامي

جمهوريت ۽ سوشلزم خلاف زبردست طوفان ڪڙو ڪيو ويو ته ٻي طرف پاڙيسري ملڪ هندستان خلاف جهاد کي اسلامي فرض ٺهرائي جنگي حالتون پيدا ڪيون ۽ قائم رکيون ويون. هنگامي حالت جي آڙ وٺي مخالفن کي هندستان جا دلال ۽ ايجنٽ ڪوٺي هر قسم جي جمهوري مخالفت کي دٻايو ويو.

قرض ڪٺي جنگي سامان جي خريداري ڪري ڪروڙين رپين جون ڪميشنون ڪاڍيون ويون. انهي ڪميشن مان ايوب خان جهڙا باراني زميندار ارب پتي ٿي پيا. انهيءَ نظريه اسلام، نظريه پاڪستان ۽ سالميت جو نالو وٺي پنجاب، يوپي، ۽ سي پيءَ جي سرمايدارن فوجي جرنيلن ڪامورن ۽ مفاد پرست طبقي ننڍن صوبن جون لکها ايڪڙ زمينون، نوڪريون، گذر جا وسيلا ۽ ٻيا انيڪ حق کسي پاڻ ۾ جاوا ڪيا ۽ پنهنجي قوم جي پڙهيل سفيد پوش توڙي غريب طبقي کي ٻه ان مان رشوتون ڏيئي، ڪين ان بري ڪم ۾ شامل ڪري سندن سياسي اخلاق ۽ سمجهه کي تباهه ڪيو ويو. اسانجي مٿان ون يونٽ جهڙي لعنت مڙهي ويئي. غريب صوبن جا سڀ ٽيڙ ڦري ڪٺي ويا. ننڍين قوميتن کي سنڌي، بنگالي، بلوچ، پٺاڻ سڏائڻ کان منع ڪئي وئي. صوبن جا نالا ختم ڪيا ويا.

اهي ئي نعرا هٺي اسان بنگله ديش ۾ قتل عام کي جائز ٺهرايو اڄ به اها ڪوڙي فلاسافي ئي آهي جا انهن سفاڪن، قاتلن ۽ ڪاساين کي اسانجي سماج اندر معتبر، اسلام جا محافظ، نظرئي پاڪستان جا پاسبان ۽ سالميت جا سالار بنايو رکيو ويئي آهي.

## انڪلبازي!

اڪرن جون انڪلون سنڪلون پاسيريون رکي رنڊيل آئين کي جاچي ڏسبو ته اهو انهيءَ ساڳي ڦورو ظالم ۽ منافقيءَ واري فلاسافي تي ٻڌل آهي. نه رڳو ايترو پر ان جي اصل چهري کي لڪائڻ لاءِ ان تي سوشلزم جو پائوڊر به مکيو ويو آهي. "اڪي هيون‌سين پر چٽيون، هاٿي ٽلي ٽيوسين ٽي!" وارو ڪم ڪيو ويو آهي. انهي انڪل بازيءَ ڪري هيڏانهن مولوي نيازي آئين کي اسلام جو قرآن کانپوءِ ٻيو نمبر پاڪ ڪتاب ثابت ڪرڻ جي ڪوشش پيو ڪري ته هوڏانهن شيخ رشيد صاحب وري ان کي ڪميونسٽ پڌر نامي جو تفسير پيو ظاهر ڪري!

## هڙادي سوشلزم!

مفاد پرستن جو هڪڙو نئون لاڙو عام طرح سڄي دنيا ۾ خاص ڪري هن ملڪ ۾ ظاهر ٿيو آهي. اهو آهي سوشلزم جي نالي کي استعمال ڪرڻ جو لاڙو. رجعت پسند قوتن جڏهن ڏٺو ته مذهب ۽ ٻين قسمن جا نعرا ۽ انڪلون حقيقي عوامي ۽ سوشلسٽ جد وجهد کي روڪي نٿيون سگهن تڏهن وري ان کي روڪڻ لاءِ هڪڙي هڙادي سوشلزم ايجاد ڪئي ويئي آهي.

جناب عالي، جيستائين هن ملڪ ۾ هوند ۽ اڻ هوند وارا ڦورا‌ٽ ڪندڙ ۽ ڦرجندڙ طبقا موجود آهن، جيستائين هن ملڪ ۾ حڪومت جي مشينري، ڪامورا شاهي ۽ نوڪر شاهي عوام دشمن امير طبقن جي حقن جي حفاظت لاءِ وقف آهي تيستائين سوشلسٽ آئين جو نالو وٺڻ نه رڳو اجايو آهي پر نقصانڪار آهي. ان جو مقصد فقط عوام جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ ٿي سگهي ٿو.

## وڏيون ملڪيتون ڪيئن ٺهيون!

جناب عالي، چيو وڃي ٿو ته رڳو اها ذاتي ملڪيت بنا معاوضي ورتي ويندي جيڪا ناجائز طريقي سان حاصل ڪئي ويئي هجي. سائين منهنجا، سڄي دنيا ۾ ۽ خاص ڪري هن ملڪ ۾ جيڪي به وڏيون ملڪيتون ٺهيون آهن انهن ۾ يا ته هن ملڪ جي غريب جو رت نظر ايندو يا ملڪ ۽ وطن جو سودو، بي ايماني ۽ ٺڳي نظر ايندي. شاهه ولي الله صحيح فرمايو آهي ته "جڏهن به ڪنهن هنڌ گهڻي ملڪيت گڏ ٿئي ته سمجهو ته ڏاڍ، ظلم ۽ زيادتيءَ سان ٿي هوندي ڇو جو دولت آسمان مان نٿي ڪري، هڪڙي ڪان ڦرجي ٻي کي ملي ٿي." اوهين وڏن وڏن جاگيردارن جي تاريخ ڏسندؤ ته اوهان کي نظر ايندو ته انهن جي ابن ڏاڏن ڪنهن نه ڪنهن طرح سان پنهنجي وطن سان غداري ڪري ۽ انگريز حاڪمن جي دلالي ڪري اهي جاگيرون حاصل ڪيون آهن. لکين ايڪڙ زمين جنهن تي هن ملڪ جي غريب هارين ۽ آبادگارن جو حق هو سا هن ملڪ جي ڦورو ۽ دلال طبقي، ڪٽتن، انعامن، ڪوڙن ڪليمن فوجي گرانٽن ۽ ٻين نالن ۾ بي ايمانيون ڪري حاصل ڪئي آهي.

مطلب ته ڪابه وڏي ملڪيت سواءِ بي ايماني، بدمعاشي ۽ ٺڳي جي نه ٺهي آهي. اها ٻي ڳالهه آهي ته ڪي بي ايمانيون يا ٺڳيون گهڻو اڳ ٿيون آهن ته ڪي وري ٿورڙو اڳ ٿيون آهن.

## بنيادي حق - پراڻو ريڱٽ.

رٿيل دستور جو بنيادي حقن بابت آرٽيڪل ٧ پڙهبو ته ڀانئبو ته سڀڪجهه ملي ويو. پر آرٽيڪل ٧ کي ڇڏي ٿورو اڳيان هلنداسين ته اهي ئي پراڻيون ۽ من گهڙت ڳالهيون نظر اينديون. اهي ساڳيا نظر بنديءَ جا قانون ۽ ساڳيا نظرثانيءَ جا بورڊ، ساڳيون ساليمت کي خطري جون رڙيون، جن کي سالن کان ٻڌي ٻڌي اسانجا ڪن پچي پيا آهن. مطلب ته اهي ساڳيون ظالم اٽڪلون نظر اچن ٿيون جنکي ختم ڪرڻ لاءِ اسانجي پارٽي وڙهي هئي ۽ ماڻهن کي انهن مان نجات ڏيارڻ جا وعدا ڪيا هئاسون.

گذريل تجربي سيکاريو آهي ته بغاوت، ملڪ دشمني، نفرت ڦهلائڻ، عصبيت ڦهلائڻ جي اکرن جي معنيٰ وقت جي حڪومتن هميشه بي ايمانيءَ سان ڪئي آهي، تنهنڪري انهن الزامن جي ڇنڊ ڇاڻ جو حق صرف عدالتن کي هئڻ گهرجي. حڪومتون اڳ ئي پنهنجي اختيارن جو غلط فائدو وٺنديون رهيون آهن ۽ ملڪ جو ٻيڙو ٻوڙينديون رهيون آهن. درحقيقت احتياطي نظربنديون ڪرڻ، بنيادي انساني حقن جي کليل خلاف ورزي آهي ان جو مطلب ٿيندو پوري آئين يا انجي ڪجهه حصي کي سسپينڊ ڪرڻ. آئين جي اهڙي معطلي صرف سچي پچي جنگ جي هنگامي حالتن ۾ ڪئي وڃي ۽ نه عام رواجي حالتن ۾.

## هنگامي حالتون - هڪ پراڻو بهانو.

جناب عالي، هنگامي حالتن هيٺ اختيارن جو هٿيار هڪ وڏو طاقتور هٿيار آهي جيڪو ڪابه حڪومت پنهنجن مخالفن تي حملي ڪرڻ لاءِ استعمال ڪري سگهي ٿي. اسانجي ٢٥ سالن جي تاريخ اهڙن مثالن سان ڀري پيئي آهي. رٿيل آئين جي واسطيدار آرٽيڪل تي نظر وجهبي ته ان هٿيار کي ناجائز طرح استعمال

ڪرڻ جا بهانا اڳي ڪان ئي گهڻا ۽ آسان ملندا.

آرٽيڪل ٢٣٢ ۾ چيو ويو آهي ته ٻاهرين جنگ يا جنگ جي خطري جي حالت ۾ يا جڏهن صوبائي امن امان جي حالت صوبائي سرڪار جي وس کان ٻاهر ٿي وڃي ته هنگامي حالتن جو اعلان ڪري سگهجي ٿو. جناب عالي، جي سچ پچ جنگ لڳي پئي ته پوءِ هنگامي حالت جو اعلان لازمي آهي. پر جنگ لڳڻ جو رڳو انديشو يا ڊپ ٿئي ته به هنگامي حالتون ڇاڻائي آئين معطل ڪري ڇڏجي سا ڳالهه سخت ئي واجبي ٿيندي. اڄڪلهه جي دور ۾ سڄي دنيا جا ملڪ جنگي خطري جي جنون ۾ مبتلا آهن. جنگي حالتون يا جنگبازي، سرمايداري نظام جي پيڙهه جو پٿر آهي. ڇو جو هڪ ته سرمايه دار ان قسم جي بليڪ ميل سان پنهنجي ملڪ جي عوام جو ڌيان ملڪ جي اندروني مسئلن کان هٽائي ٻي طرف ڪن ٿا. ٻيو ته ملڪ جي ماڻهن کي فرضي خطري جو ڊپ ڏياري ملڪ تي وڏي فوج مڙهي ڇڏين ٿا. ان فوج ذريعي پنهنجي ملڪ جي مزدورن هارين ۽ عوام کي دٻايو ۽ هيسايو ويٺا آهن. ٽيون ته ڳريون فوجي بجيٽون ٺاهي فوجي جرنيل ۽ سرمائيدار ڪروڙين اربين رپيا ڪمائين ٿا. چوٿون ته جنگي حالتون پيدا ڪري سرمائيدار عوام کي ڊيڄاري ڪانئن گهڻا سياسي اختيارات وٺيو وٺن ۽ ڊڪٽيٽر ٿيو پون.

جناب عالي، اڄ به سڄي افريڪا، لاطيني امريڪا ۽ ايشيا جي ملڪن جي اها حالت آهي، يورپ ۽ امريڪا جي اها حالت آهي. روس ۽ امريڪا جي پاڙي مار ڪندڙ ميزائيلن جا منهن هڪٻئي ڏي ساموهون ايا ٿيا بيٺا آهن. هاڻي جڏهن روزمره جون حالتون ئي اهڙيون هجن تڏهن اتي رڳو جنگ جي ڊپ ۽ انديشي جي آڙ وٺي هنگامي حالتن جا قانون نه مڙهڻ گهرجن، رهيو سوال صوبن اندر هنگامي حالتن جي قانون لڳائڻ جو سو ان جو فيصلو مرڪز کي نه پر صوبائي حڪومت کي ڪرڻ گهرجي ته آيا امن امان جون حالتون سچ پچ سندن وس کان ٻاهر آهن يا نه.

## صوبائي خودمختياري - "پاڪستان جو ڇا ٿيندو!"

هاڻي آءٌ هن آئين جي سڀ کان تڪراري مسئلي ڏي اچان ٿو. اهو آهي صوبن جي اختيارن جو. گهڻن ميمبر صاحبن فيڊريشن لفظ کي استعمال ڪيو آهي. پر جڏهن اها ڳالهه ٿي ڪجي ته هي ملڪ ڌار ڌار قوميتن، ثقافتن ۽ سماجن جو ملڪ آهي ته ڪاوڙجيو پون ۽ هڪدم پڇن ٿا ته: "پوءِ پاڪستان جو ڇا ٿيندو؟" ڄڻ ته مختلف قوميتن ۽ مختلف ثقافتن جو وجود پاڪستان لاءِ سچ پچ ڪو وڏو چئلينج آهي!

جناب عالي، رٿيل آئين جو وفاقي بنياد تي ٺهڻ ئي انهي ڳالهه جو ثبوت آهي ته هي چمن هڪڙي ئي قسم جي گلن جو چمن ناهي بلڪ مختلف رنگن جي گلن جو چمن آهي. اها ڳالهه ڪنهن به حالت ۾ شرم جي ڳالهه ناهي. هن کان اڳ وڏي قوميت جي ماڻهن ۽ سندن جوڙيوالن اهڙي ته بيشرمي سان ننڍين قومن جي حقن تي ڌاڙا هنيا آهن جو ان جي ساموهون شايد ٻين سامراجي ڌاڪوئن جا ڪنڌ به شرم کان جهڪي وڃن! نتيجو اهو نڪتو آهي جو هن ملڪ جو وڏو حصو اسان کان جدا ٿي ويو. جي اڃان به اسان ان حادثي مان ڪو صحيح سبق حاصل نه ڪيو ته باقي

(باقي صفحي ٣٤ تي)

# ميرن شاهه شجاع کي شڪارپور مان ڪيئن ڪڍيو!

ماڻهو چون ٿا ۽ اسان مان به گهڻا ائين سمجهن ٿا ته اسين سنڌي ماڻهو پيدائشي ۽ لاعلاج احمق آهيون. تاريخ پڙهڻ تي ته هرو ڀرو ائين نه آهي. جڏهن اسان کي پنهنجي شرافت ڪجهه مهانگي پئجي ويندي آهي تڏهن اسين لٽيرن کي چڪر به ڏئي ڏٺا آهيون. ڪڏهن ڪڏهن چالاڪيءَ ۽ استاديءَ سان به ڪين ماري ويندا آهيون. ان جو هڪڙو مثال شاهه شجاع وارو آهي.

جن بين الاقوامي چورن صدين کان سنڌ جو رت پئي چوسيو آهي تن ۾ شاهه شجاع به هڪڙي چيز هو. بدنام بين الاقوامي ڌاڙيل نادر شاهه محمد شاهه رنگيلي کان سنڌ ۽ ٻيا سنڌونديءَ جي الهندي ڪپ وارا علائقا لکائي ورتا ۽ سنڌ مغل سامراجين بدران ايراني سامراجي ڌاڙيلن جي ور چڙهي. نادرشاهه قتل ٿيو ته ڌاڙيلن جو سردار وري احمد شاهه ابدالي ٿيو ۽ سنڌ ڦيري افغان ڌاڙيلن جي چنبن ۾ آئي. هنن شڪارپور جي سدا مسلوڪ شهر کي سنڌ کان ڇني انهي پنهنجي پاناري بنايو. باقي رهيل سنڌ تي ٻهراڻن ڪلهوڙا ۽ پوءِ مير حاڪم ٿيا. اهي جيڪي ڦرڙ سنڌي عوام کان ڦري لٽي گڏ ڪندا هئا سي افغان ڌاڙيل سال پئي سال ڍوئي کٽي ويندا هئا.

دنيا جي سڀني ڦورو سامراجي ٽولن جي تاريخ عجيب آهي. پر افغان سامراجي ڦورو ٽولن جي تاريخ الڳ شئي آهي. پٺاڻ سردار سدائين پيا ڦُر جي مال تان پاڻ ۾ وڙهندا هئا. شجاع ابداليءَ جو پوٽو هو. پهريائين سندس ٻه ڀائر شاهه زمان ۽ محمود شاهه هڪٻئي پويان تخت تي ويٺا. انهن جون اکيون نڪتيون. پوءِ هن کي ۱۸۰۳ع ۾ تخت تي وهاريائون. تخت تي وهڻ کان ڏي سال پوءِ شڪارپور جو رخ رکيائين ۽ ميرن کان زبردست رقمون ڇڏائي سوٽي ويو. وري ڇهن سالن کان پوءِ موٽي آيو. ميرن پاران نواب ولي محمد لغاريءَ کي ڳالهه ڪري وٺي ويو ۽ ڏيري غازي خان ۾ ڇڪتو رقم وٺي پوءِ ڇڏيائينس. انهيءَ رقم جي ورهاست تان سندس وزير فتح خان ساڻس وڙهي پيو. هن شجاع کي لاهي ڀائس محمود شاهه انڌي کي تخت تي ويهاريو. هي وچ رنجيت، سنگهه پنجابيءَ سان لڳو. پر ان نيٺ قيد ڪري ڪوهه نور هيري سوڌا سڀ ٽپڙ کسي ورتس. اتان قيد مان ڀڄي انگريزن وٽ لڌياني ويو. اتان تخت وٺڻ جون گهڻيون ڪوششون ڪيائين پر ڪونه ڦٻيو. آخر جڏهن ٻي واهه ڪانه رهيس تڏهن وري رخ ڪيائين سنڌ ڏانهن. سنڌ ويچاري سدائين ڌاڙيلن جو اجهو ارغون به جڏهن ڀڳا تڙيا تڏهن رخ رکيو هئائون سنڌ ڏانهن.

پهريائين شڪارپور واري پاناريءَ تي آيو، پوءِ قلندر جي زيارت جي بهاني اوچتو وڃي حيدرآباد تي ڪڙڪيو. چي ”ڏتڙيل آهيان، مدد ڪريو!“ ميرن حضور شرميءَ وچان ڪجهه

رقم به ڏنيس ۽ گوڙجي ڳرڙهي ياسين ۽
روپاه جا علائقا مدد طور پيا به ڏنائونس.

جڏهن بک چڙي لهي لڪي ويٺو تڏهن دنيا جي مظلوم ۽ ڏتڙيل پناهگيرن واري دستوري ڪرت شروع ڪيائين. هتان هتان جا رولو ڌاڙيل ٽولا گهرائي پاڻ وٽ گڏ ڪرڻ لڳو. فوجي پريڏن ۽ گوليبازيءَ جون مشقون شروع ٿي ويون. شڪارپور جا ٽڪاءُ خيرپور ۾ ڀڄڻ لڳا.

شڪارپور ۾ ڪنهن ٺاهوڪي ساماڻل چوڪريءَ جو ڀڙي ته هڪدم ڪٺايو وٺي. جيڪي وڏا خاندان هئا تن حي در ني تير ڏياري موڪلي. چيو "سڳ ڏيو." گهڻا ماڻهو منهن واه ڪري ڀڄڻ لڳا. شڪارپور جي سيٺين تندڻ مل ۽ گلاب راءِ کي ڀڏي ڪاٺ ۾ وڌائين. چي "اوهان جا وڏا امرتسر جا هئا. اوهان جي وڏن جي ملڪ جي حاڪم رنجيت سنگهه مون کان ڪوهنور هيرو کسيو آهي. سو مون کي ان جا ڀ لک ڀري ڏيو!" ميرن وٽ ڏانهون ويون. تن نواب ولي محمد خان ۽ حمزه خان ٽالپر کيس سمجهائڻ لاءِ ڏياري موڪليا.

آخر لک ربيا وٺي واٺيا ڇڏيائين. ميرن سال صبر ڪيو. پر آخر پاڻي مٿي کان وڌڻ لڳو. سيني ميرن پاڻ ۾ صلاح ڪئي. فيصلو ٿيو ته هن آفت سان وڙهي ڪونه پهچبو. ڪا ٽل ڪجي. لوه کي لوه سان وڍجي. هنن پنهنجو سفير ڪاظم شاه ڳجهه ڳوه ۾ شاهشجاع جي رقيب سردار محمدعظيم خان ڏانهن موڪليو. لکي موڪليائونس ته "شاه شجاع لشڪر پيو گڏ ڪري. تيار ٿيندو ته اوهان تي چڙهائي ڪندو. اسانجو اوهانجي مرحوم پيءُ اشرف الوزراءِ مرحوم فتح خان سان قديم زماني کان وٺي محبت ۽ خيرخواهيءَ جو ڳانڍاپو آهي. تنهنڪري توهان جي وڏي شان واري خاندان جي خيرخواهيءَ ۽ ڀلائيءَ جي خيال کان توهان کي حقيقت حال کان واقف ڪريون ٿا. اسان خير خواهن جي اتفاق راءِ سان صلاح آهي ته توهان سڀ سردار فوج وٺي شڪارپور ۾ رونق افروز ٿيو ته پاڻ ۾ صلاح ڪري سلطنت جي اولياء (يعني شاهشجاع) کي جتان آيو آهي اوڏانهن موڪليون. خرچ پکي جي رقم خدمت ۾ پيش ڪئي ويندي."

شاه شجاع به غافل ڪونه هو. کيس سربستي خبر پهچي ويئي. سو ان ڇاڻ بنجي ميرن کي لکيائين "پنهنجي چڱائي ۽ مٿائي هرڪو پاڻ ٿو سمجهي پر سردار عظيم خان ڏانهن توهانجي وڪيل موڪلڻ سرڪار اشرف (يعني شاه شجاع) کي سخت عجب ۾ وڌو آهي. جڏهن سرڪار اشرف جهڙو ناليرو بادشاه پرسان پاڙي ۾ هجي، ته پوءِ عظيم خان کي گهرائڻ جي ڳالهه ڪهڙي مصلحت ۽ مقصد موجب عقل جي ساهميءَ ۾ پوري ٿري ٿي؟ حالانڪ ڪهڙي به طرف کان ڪنهن به ماڻهوءَ عاليجاهن (ميرن) جي خلاف مخالفت جو ڪنڌ مٿي ڪنيو هجي ته رب جي فضل سان، سرڪار اشرف جي تدبير جي آڱر جي ڪنهن جي هڪڙي اشاري سان ٺي ٺيڪ ٿي ويندو."

دنيا جي حاڪم طبقي ۾ ميرن جهڙو اشراف ڪير سڏائي. پر هتي ته چالاڪيءَ جو مقابلو هو. سو ميرن به وٽ ڪانه ڏني. لکيائون. "اسين سرڪار اشرف جا خاص

خير خواهہ ۽ گھڻگھرا آهيون...انگريز بهادر جا وڪيل حيدرآباد ۾ آيا آهن ۽ پنهنجي خواهشن جي نڙ مان عجيب اڻ وڻندڙ سُر پيا ڪڍن، دوراند يشيءَ ۽ وقت جي مصلحت کي خيال ۾ رکي سردار محمد عظيم خان کي خراسان مان گهرايو اٿون تہ انگلستان وارن کي چڱيءَ طرح پتو پئجي وڃي تہ سنڌ جا امير ۽ خراسان جا سردار پاڻ ۾ متفق آهن. پيو تہ سرڪار اشرف جي عظمت ۽ ناموس (يعني ڪيس وڃايل تخت وٺي ڏيڻ) جو بار اسان خيرخواهن جي ڪلهن تي آهي. انشاءالله اسان خير خواهن جي ڪوشش ۽ قربانيءَ سان دولت ۽ سلطنت جي محبوبہ سلطنت جي اولياءَ (شاهہ شجاع) جي پاڪر ۾ ايندي ۽ اسان سچائيءَ جي وات تي هلندڙن جو منهن مٺي ٿيندو ۽ نالو نيڪي وڌندو. اسان خيرخواهن جو پيو خيال نڪي آهي ۽ نڪي ٿي سگهي ٿو.” عظيم خان اچي قلات جي سرحد ڍاڍر وٽ لٿو. هاڻ شاهہ شجاع پنهنجي حرفت جي ڪمان مان پيو تير ڇوڙيو. ڪيس پٺاڻ سردارن جي دغاباز فطرت جي خبر هئي. هن عظيم خان جي سردارن کي ڳجها پيغام موڪليا تہ ”سردار عظيم خان اسانجي مراد جي رڻ ۾ هرڻ وانگر پاڻهي هلي اچي پهتو آهي، اسان انهيءَ شڪار کي آسمان تي پئي ڳوليو. سو اسانجي بخت سان زمين تي ملي ويو اٿئون. اوهين جيڪي اسانجا پراڻا خيرخواهہ ۽ عزيز آهيو تن جي ڪهڙي صلاح آهي؟” سردارن پنهنجا مٽ پاڻ هئا. لکيائون. ”اسين سرڪار جا ٽڪن ورتل ٻانها ۽ سِر فدا ڪندڙ آهيون ۽ سرڪار جي حڪومت قائم ٿيڻ لاءِ آجايل آهيون. سرڪار اشرف جي حضرت يوسف جهڙي ديدار جي وڇوڙي ۾ اسان جو اکيون انتظار ڪندي ڪندي حضرت يعقوب جي اکين وانگر نور وڃائي ويٺيون آهن، عظيم خان خدانخواستہ جي ڪو جنگ جهيڙي جو خيال رکيو تہ عين وقت تي ڪيس ڇڏي سرڪار اشرف جي رڪابن ۾ اچي ڳنڍباسين ۽ جنهن شڪار کي عظيم خان سڏين ٿا ۽ جيڪو پنهنجي پيرن پاڻ ئي هلي اچي شڪاريءَ جي جار ۾ ڦاٿو آهي تنهن کي قيد ڪري سرڪار اشرف جي حوالي ڪنداسين.” هاڻ شاهہ شجاع ٽيون تير ڇوڙيو ميرن کي هيسائي ۽ ڀرغلائي عظيم خان کان ڀري رکڻ لاءِ کين لکي موڪليو: ”خراسان جي پٺاڻن جو پراڻو دستور آهي تہ جتي بہ دولت جو ڏيئو ٻرندو ڏسندا آهن اتي پتنگن وانگر ڊوڙي اچي ڳاهٽ ٿيندا آهن ۽ جنهن محفل ۾ مٺاڻ ڏسندا آهن. اتي مکين وانگر اچي ميڙا ڪندا آهن. جڏهن خراسان جا خان سرڪار اشرف ۽ عالي جاهن (ميرن) کي پاڻ ۾ هم صلاح ڏسندا تڏهن ڊوڙي اچي اسانجي رڪابن ۾ چنبڙندا ۽ عالي جاهن جي بلند همت جي نيڪي سچي جڳ ۾ پئي ڳائبي.”

حيدرآباد جا مير، مير ڪرم علي ۽ مير مراد علي خان ۽ خيرپور جا، مير سهراب خان ۽ مير رستم خان پنهنجي لاءِ لشڪر سان لاڙڪاڻي ويجهو محمد شاهل ڪلهوڙي جي مقبري وٽ منزل انداز ٿيا. اهو خط پڙهي سندن طاق لڳي ويا. سمجهي ويا تہ اسان وارو ٽڪوئي لسو ٿي ويو. هيڏا خرچ ڪري جيڪا بلا دشمن لاءِ گهرائي سون سا تہ مورڳو دشمن سان ملي ويئي! هاڻ فائدو تہ فائدي جي ماڳ، مرڳو جيءَ جو جوکوا ۾ لاچار

سُور پيي ويا ۽ نئين چال سوچڻ لڳا.

سردار عظيم خان ڏاڍو ڪان وڏي اڇي ڀاڳ وٽ پهتو. مير جا وڪيل ساڻس مليا. ميرن ڪيس ڪابل ڪان شڪارپور تائين هر منزل لاءِ لک روپيا ڏيڻا ڪيا هئا. پر عظيم خان ٻه ڪا ڳري سٽي آيو هو! ڏن ٻوليل رقم ڪان ڀيڻا ڀئما گهرياءِ چي، "نه ڏيندا ته شجاع چٽو! اوهان سان جنگ آهي!." مير هاڻي هنن سفاڪ يهودين جي ٻه طرفي خطري ۾ گهيرجي ويا. هيڏانهن شجاع هوڏانهن عظيم خان. ٻئي سِر جا دشمن. ٻنهي جي پاڻ ۾ ٺهڻ ۾ دير ڪهڙي!؟ پر جنگ ۾ دل ٻه کپي عقل ٻه کپي. ميرن ۽ سندن صلاحڪارن ۾ ٻنهي جي ڪوٽ ڪاڻ هٿي هنن شطرنج راند اڪتي هلائي. هڪڙي وڏيڪ چال هليا. هنن شاه شجاع کي لکيو. "سردار عظيم خان پنهنجي طمع جي صندوقن جا وات ايڏا وڏا ڦاڙيا آهن جو روءِ زمين جا خزانا ان ۾ وجهجن ته به اهي نه ڀرجندا. سندس مغز ۾ مقابلي جا بيهودا خيال اچي پيدا ٿيا آهن. حالانڪ حضور جي ضمير جو آئينو جنهن ۾ هن جهان ته ٺهيو پر ملائڪن جي رهڻ واري پاڪ جهان جا اسرار به پڌرا ڏسڻ ۾ پيا اچن، تنهن آئيني ۾ عظيم خان جي اميرن جي ٻڌيءَ يا بي اتفاقيءَ جي حالت صاف ظاهر آهي. تڏهن به اسين مصلحت ۽ دوراند يشيءَ جي خيال ڪان ۽ مرحوم اشرف الوزراءِ ۽ فتح خان جي دوستيءَ جي لحاظ سبب سردار سان مقابلو ڪرڻ ڪان چشم پوشي پيا ڪريون ۽ تحمل ۽ برد باريءَ کي هٿان نٿا وڃايون ته متان هن بيوفا دنيا جي فريب ۾ اچي ٻنهي ڌرين جي مسلمانن جو خون اجايو نه هارجي. حالانڪ جڏهن اسان وٽ سرڪار اشرف جهڙو ناليرو ۽ سورهيه بادشاهه پيش امام آهي تڏهن اسان کي سردار محمدعظيم خان جي ڪهڙي پرواهه؟ هن کي ڀاڳ ڪنيو آهي جو اهڙا بيهودا خيال پيو ڪري. اهي سڀ آثار اولياءِ دولت (شاهه شجاع) سلطنت اقبال جي اوڀر مان مراد جي سج اڀرڻ جا آهن. (يعني عظيم خان جي شڪست ۽ شاهه شجاع جي وري تخت تي وهڻ جا موقعا آهن) ۽ اميد ته سرڪار اشرف هڪدم پنهنجي لاءِ لشڪر سان محمد شاهل عباسيءَ جي قبي ۾ تشريف فرما ٿيندا ته سرڪار اشرف جي رڪاب تان پنهنجي رت جي ڦڙي ڦڙي قربان ڪري ابدي سڀاڳ حاصل ڪريون."

شاهه شجاع دستور موجب اول رعيت مان ڦر ڪئي، شڪارپور جي واڻين ڪان ٢٠٠٠ هزار روپيا ۽ پيو سامان ڦري لاڙڪاڻي روانو ٿيو. ڳوڙهي ياسين ۾ ميرن جو ماڻهو نياپو ڪٺي آيس ته "سردار عظيم خان ڳالهيون ٻولهيون پيو ڪري جي شاهه سان ڪم ٿي وڃي ته بهتر. اوهين في الحال جتي آهيو اتي ترسيو."

پر اڪيان شاهه شجاع به استاد هو. سواتي ڪونه ترسيو ۽ سڌو ميرن جي ڇانوڻيءَ ڏانهن رخ رکيائين. ميرن جو اها خبر ٻڌي تن لاچار نواب ولي محمد خان لغاري ۽ سيد محمد ڪاظم شاهه کي سندس استقبال لاءِ موڪليو. ٻي ڏينهن مير خود ساڻس ملڻ ويا ۽ کيس پنهنجي مڪمل وفاداريءَ جو يقين ڏياريائون.

انهي وچ ۾ ميرن نئين چال رٿي ڇڏي. هنن پنهنجي منشي خوشي رام هٿان شاهه کي

لکي موڪليو تہ ”سردار عظيم خان سان خراسان مان جيڪي امير ۽ خان ڪڏجي آيا آهن تن جون سرڪار اشرف ڏانهن لکيل سچائي ۽ فرمانبرداريءَ جون آيتون ۽ سرڪار تان سر فدا ڪرڻ جون حديثون چڱيءَ طرح معلوم ٿئون. پر هن اوڏڙائيءَ ۾ جيڪڏهن سرڪار اشرف هنن اميرن ۽ خانن جون سچائيءَ ۽ خلوص ڀريون درخواستون اسانکي پڙهڻ لاءِ ڏياري موڪلين تہ ڏاڍو چڱو تہ جيئن اسان خيرخواهن کي پوري خبر پوي تہ سرڪار اشرف ڏانهن هنن جي سچائي ۽ اخلاص ڪيتري قدر آهي.“

شاهہ شجاع سمجهيو تہ مير سندس فريب ۾ اچي ويا آهن. رکو ٿوري وڌيڪ خاطري ڏيڻ تہ قبضي ۾ اچي ويندا. سو پٺاڻ سردارن جا خط پٽ ڏانهن ڏياري موڪليائين تہ ”پلي خاطري ڪريو.“ ميرن اهي پڙهي وري پنهنجي معتبر ماڻهوءَ هٿان اهي سردار محمد عظيم خان ڏانهن موڪليا ۽ لکي موڪليائونس تہ ”ڀهريائين جيڪي خراسان جا خان توهان سان هم رڪاب آهن تن جي حالت ڏسو ۽ پنهنجو نفعو نقصان سمجهو. تنهن کانپوءِ اسان خيرخواهن سان جهيڙي جو فيصلو ڪريو. خراسان جي اميرن ۽ سردارن جي انهي مفافقت جي حالت هوندي بہ اسين خيرخواهہ نتا چاهيون تہ توهان جي سلامتيءَ جي ڇهري تي زماني جي ڏکن جو ڪو ڦٽ ٿئي. بهتر ٿيندو تہ براڻو سلوڪ ۽ ٻڌيءَ وارو طريقو هٿان نہ ڇڏيو اجايو حرص نہ ڪريو. ڇو تہ طمع شوم آهي ۽ طمع ڪرڻ وارو محروم آهي سلامتي وچٽري واٽ ۾ آهي.“ خط پڙهي عظيم خان کي ڊڪر وٺي ويا. انهيءَ وچ ۾ سندس لشڪر مان سندس پٺاڻ امير خالو خان الڪوزيءَ پنهنجن چار سؤ سوارن سان ڀڄي وڃي شاهہ شجاع سان مليو. انهيءَ مان ڪيس آقي باقي پوري خاطري ٿي تہ مير سچ ٿا چون تہ انهن پٺاڻ اميرن ۽ خاندانن تي ڀروسو ڪرڻ بيوقوفي ٿيندي. هن سمورن سردارن ۽ خانن کي گهرائي کين سندن شاهہ شجاع ڏانهن لکيل خط هٿ ۾ ڏيئي، کلي کين چيو. ”شاهہ شجاع هندستان مان هي انڪلون سکيو آهي جو توهان جهڙن وفادار ۽ نمڪ حلال سردارن طرفان ڪوڙا خط لکي ۽ ڪوڙيون مهرون هڻي سنڌ جي اميرن ڏانهن موڪليون اٿس تہ جيئن پنهنجي ٻڌيءَ ۽ اتحاد ۾ رخنو پوي.“ پنهنجا خط ڏسي پٺاڻ سردارن جا ڊڊر ڊرا ٿي ويا. سندن ٻار ٻچا ڪابل ۽ قنڌار جي قلعن ۾ عظيم خان پنهنجي حوالي رکيا هئا. سو اچي ڦڦڙيءَ ورتن تہ عظيم خان اسانکي تہ ماريندو پر اسانجا ٻار ٻچا بہ ڪهارائي ڇڏيندو. دل ئي دل ۾ ميرن کي گاريون ڏيڻ لڳا تہ ۽ هي سڀ انهن جو مچايل آهي.

عظيم خان زهر جو ڍڪ ڀي ميرن جو چوڻ مڃيو ۽ جيڪو خرچ پکو ميرن کيس ڏيڻو ڪيو هو سو قبول ڪيائين. انهيءَ هوندي بہ ٻئي ڏينهن عظيم خان جا ٻيا بہ ڪي ماڻهو وري بہ ڀڄي شاهہ شجاع ڏانهن اچڻ لڳا. هاڻ عظيم خان ۽ شاهہ شجاع ٻنهي جي ڏاڙهي ميرن جي هٿ ۾ هئي. ميرن عظيم خان تي ٿورو ڪري ڀڳل پٺاڻن کي پنهنجي ڀهريدارن هٿان واٽ تي ئي پورو ڪرائي ڇڏيو. شاهہ شجاع يڪدم شڪايتي خط لکي موڪليو. ميرن نهايت ادب ۽ فرمان برداريءَ سان

جواب ڏنو ته، "ڀري وارا روز پيا بدلجن، بروچ بڻوش ماڻهو آهن تن کي پنهنجي ڀرائي جي خبرئي ڪانه پوندي آهي. سدائين اهڙا بيوقوفي جا ڪم ڪندا رهندا آهن، پر هاڻي لشڪر جي سپني ڪماندرن کي سختيءَ سان حڪم ڏنو ويندو ته خراسان جي ڪنهن به پٺاڻ جو وار ونگو نه ٿئي."

سردار عظيم ۽ ميرن جي وچ ۾ فيصلو ٿيو ته روبرو ملاقات ڪئي وڃي. پر سردار عظيم کي پنهنجي اميرن ۽ خانن تي ڀروسو ئي ڪونه هو ۽ ڊپ هوس ته اهي شاه شجاع کي اوڏيءَ چڪ ۾ ڏسندا ته متان پڇي اوڏانهن نه وڃن سو ميرن کي چيائين ته "شاه شجاع کي دريا پار موڪليو ته پوءِ اوهان سان ملان." ميرن کي ته ڪپندوئي اهو بهانو هو سو هڪدم شاه شجاع ڏانهن نهايت عزت ۽ ادب سان لکي موڪليائون ته "اسان خير خواهن کي زماني جي رسم موجب سردار عظيم خان جي وڏي ڀاءُ مرحوم وزير فتح خان جي فاتح ڪرڻي آهي ۽ سردار عظيم خان سرڪار اشرف اعليٰ جي انديشي ۽ خيال کان لهرائي ٿو تنهن ڪري حضور جن شاهاڻي نوازش ۽ سلطاني عنايت فرمائي درياه ٽپي ورئين پاسي منزل انداز ٿيڻ فرمائين ته عين احسان ٿيندو. فاتح پڙهڻ کان پوءِ ڀريون ڪم اهو ڪنداسين جو سرڪار اشرف جي حڪومت کي مضبوط ڪرڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪٽنداسين ۽ پنهي ڌرين جي دلين جي آئيني تي ڪلفت ۽ ڪيني جو جيڪو پراڻو ڪٽ چڙهيل آهي تنهن کي پنهنجي تدبيرن جي صافي سان اهڙو صاف ڪري ڇڏينداسين جو حضور جن سلطنت ۽ حڪومت جي سهڻي ڪنوار جي چهري جو پنهنجي دل وڻان ديدار پسي سگهندا. انهي کان پوءِ وڏي شان وارو سردار، سندس ڀائر خراسان جا سڀ خان ۽ امير هرڳالهه ۾ حضور جن جا اسان وانگر فرمانبردار ۽ تابعدار ٿي ويندا."

شجاع سچي ڳالهه سمجهي ويو. سو اتان منزل پٽي لاڙڪاڻي آيو پر ميرن اتان به نڪائي ڪڍيس. پوءِ سڙندو ڀڇندو دريا ٽپي ڀيءَ پر آيو ۽ منزلون ماريندو اچي درازن ۾ ترسيو اتي سندس سپاهين رهيل ڀڳهارن تان فساد مچايو آخر ٽپڙ وڪٽي، ڏني وٺي اتان جند ڇڏائي جيسلمير جو رستو وٺي گهڻين خوارين خرابين کان پوءِ وڃي لڌياني پهتو ۽ ڪجهه وقت لاءِ سنڌ تان اها بلا ٽري وئي.

هن وقت سنڌ چئني طرفن کان سفاڪ يهودين جي گهيري ۾ آهي. انهن بلائن مان جند ڇڏائڻ لاءِ اسانکي بهادري ۽ قرباني به ڪپي پر سڀ کان ڀرين ڏاهپ ۽ حرفت کپي. سوچيو ته ڇا ڪجي؟

"ادل" سومرو

## * جاڳ ــ پٺائي گهوٽ *

پـــٽ ڏنـــي او پٽ ڏٺـي:
سانگيڙن جـي تـو وٽ سائين!
آيـــو آهيـان دانهن ڪٺـــي-
شـــاه پٺائـي، شـــاه پٺائـي

ديسي پيا ٿـا، در در پٽڪن،
ڌارين آهـــي موج ملهائـــي-
پٽ جا گهوٽ او پٽ جا گهوٽ!
تنهنجي ملڪ ۾ قهر جا، ڪڏهن ڪرندا ڪرٽ!

**مشتاق ڀٽي** **(سچي ڪهاڻي)**

# ”جيئجي! جيئي سنڌ!“

بس جو انتظار ڪندي ٿڪجي پيون، پر بس جو پتو ئي ڪونه ٿي پيو.

نيٺ جڏهن صفا ڪڪ ٿياسون ته اوچتو بس به اچي نڪاءُ ڪيو ۽ ڊوڪ ڊوڪان لڳي ويئي، شاگردن ته نمبر ڪٽي ڇڏيو. هونئن به زرعي ڪاليج جا شاگرد هر ڪم ۾ اڳرا آهن. هتي ته سيٽ وٺڻ جو سوال هو. سو جدوجهد ڪلائي سيٽن تي وڃي قبضو ڪيائون. قسمت منهنجي به ڪا ڀلي هئي جو سيٽ ملي، نه ته اميد ته ڪانه هئي.

بس هڪڙي ٻن منٽ ۾ هاسٽل ڪان هلندي اچي ورڪشاپ تي پهتي، اتي جا مسافر لهڻ لڳا. اڳيان ليڊيز سيٽون خالي هيون. ڇو جو ڪنڊيڪٽر جي بار بار منع ڪرڻ ڪري انهن سيٽن تي ڪو به ويهي ڪونه سگهيو. پر بس جڏهن هلڻ لڳي ته انهن سيٽن تي هڪ مولانا صاحب اچي ويهي رهيو. عمر اٽڪل پنجاهه ورهيه هيس. ڏاڙهيءَ ۾ اڇا هئس، مٿي تي لکنوي ٽوپي ۽ وات ڳاڙهو هئس، سندس وات تي نظر وجهندي ئي مون خيال ڊوڙايو ته پان اصلي آهي يا نقلي... ڇو جو بنگلا ديش ٺهڻ ڪانپوءِ پان ته هاڻ بهشت جو ميوو بڻجي ويو آهي.

آئون اڃا سندس منهن ۾ نهاري رهيو هئس ته ڪنڊيڪٽر رڙ ڪئي...

”مولانا صاحب! ليڊيز سيٽ هي، ڪسي اور سيٽ پر بيٺو.“

مولانا سندس حڪم جي پيروي ڪئي ۽ اٿي ٻي سيٽ جي پر ۾ اٿي بيهي رهيو.

اڃا ڪي گهڙيون مس گذريون ته مولانا جو التجا ڀريو آواز منهنجي ڪنن سان ٽڪريو.

”مسلمان ڀائيو! مجهي حيدرآباد جانا هي، ميري پاس ڪرايه نهين هي، اتني ڀائي بيٺهي هو، ڪوئي ميرا ڪرايه ڀردو.“

بس ۾ ويٺل مسافرن هڪ نظر مولانا تي وڌي ۽ ڪنڊيڪٽر وري هڪ نظر مائهن تي وڌي. جڻ پڇي رهيو هجي ته ”ڇا ڪريان؟“ نيٺ پنهنجي چپن تي هڪ هلڪي مرڪ آڻي نظرن ئي نظرن ۾، مولانا صاحب کي معافي نامون ڏئي ڇڏيائين.

بس وري به، ٽنڊي ڄام ناڪي تي اچي بيٺي... گهڻو ڪري بسون ايڪسپريس هونديون آهن، جيڪي ننڍن ڳوٺن ڪني ته ڪنگهن به ڪونه. اڪثر ڪري ڏسندو آهيان ته ويچارا ڳوٺاڻا ڪلاڪن جا ڪلاڪ بس جي انتظار ۾، مايوسين جي درياهه ۾ پيا ٻڏندا ترندا آهن ۽ هر ايندڙ بس ڏانهن اميدن سان هٿن جا اشارا ڪندا آهن، پر بسون وڏا زوزاٽ ڪنديون سندن نظرن ڪان گم ٿي وينديون آهن.

بس جڏهن ٽنڊي ڄام ناڪي ڪان هلي ته ليڊيز سيٽ تي مايون ويٺيون هيون. منجهن

هڪ ڪراڙي عورت به هئي. ان سان گڏ ان سالن جي هڪ ننڍڙي نينگر به هئي، جيڪا بيمار ٿي ڏٺي. سندس هٿ ۾ خالي شيشي هئي، پنهي ڪي ميرا ۽ پراڻا سنڌي لٽا پهريل هئا، مون سندن لٽن بابت پئي سوچيو ته ڪنڊيڪٽر به اچي پهتو.

”ٽڪيٽ لو مائي!“

پوڙهي مائيءَ اٺ آنا ڪڍي سندس تريءَ تي رکي ڇڏيا...

”باقي چار آنه دو لڙڪي ڪا“

”مان وٽ ناهن پچا“ پوڙهيءَ مائيءَ ڪنڌ هيٺ ڪندي جواب ڏنو.

”نهين هي تو بس ۾ ڪيون بيٺي هو؟“

”ابا الله قسم ناهن، يتيمڙي نينگري آهي، هي گهمرو معافي ڏي.“ سندس اکين اندر لڙڪ گڏ ٿيڻ لڳا.

”ابهي رکوانا هون بس ڪو، اتر جائو... پيسي نهين هين.“ ڪنڊيڪٽر ڪاوڙ پيٺندي حڪم ڪيو...

پوڙهي عورت هٿ ٻڌندي وري ايلاز ڪيا. ننڍڙي نينگر پوتيءَ جي پلاند مان ڏه پيسي ڇوڙي ڀنمائين نظرن سان ڪنڊيڪٽر ڏانهن وڌائي. پوڙهي مائيءَ جا ضعيف هٿ معافي لاءِ ٻڌل رهيا.

”استاد گاڙي ڪو روڪو! مائي اترو نيچي...“ ڪنڊيڪٽر رانياڙ ڪري چيو.

ان پکهر ۾ سجو شم ٿي پيس، منهنجي هٿن ۾ جهليل اخبار جا پنا آلا ٿي پيا. منهنجو هٿ بي اختيار پنهنجي خالي کيسي ۾ ويو ۽ مايوس ٿي ٻاهر نڪري آيو. منهنجي پرسان ويٺل نوجوان شهرن کي تاءُ ڏيندي مونکي چيو. ”يار خبرئي نٿي پوي سنڌين جي! پئسا نه هئن ته بس ۾ چو ٿي چڙهيون؟ خوامخواه ٿيون سنڌين جي بيعزتي ڪرائين.“

بس کي بريڪ لڳي چڪي هئي ۽ سندس رفتار ڍري ٿي ويئي هئي. مون کي ائين لڳو ڄڻ ته بس آسمان ۽ زمين جي وچ ۾، فضا ۾ اٽڪي ويئي آهي. دل رڙ ڪري چيو. ”شل هن بس جو ڪنهن اينڌڙ بس سان ٽڪر ٿئي جو نه بس هجي ۽ نه اهو اينڌڙ منظر منهنجون اکيون ڏسن.“

بس جهٽڪو کائي بيٺي. ڪنڊيڪٽر چيو. ”مائي جلدي ڪرو! نهين تو...“

منهنجي دل جي ڌڪ ڌڪ قابو کان نڪري ويئي. آءُ جذبن کان بي وس ٿي الائي ڇا ڇوڻ يا ڪرڻ وارو هوس...

...اوچتو اڳيان ويٺل هڪ عورت، هڪ رپئي جو نوٽ ڪڍي ڪنڊيڪٽر کي ڏيندي چيو. ”اچي وٺ! پوڙهي جي ٽڪيٽ ڪاٽ ۽ وڌيڪ نه ڳالهاءِ“.

مون پنهنجي نراڙ تان پگهر اگهندي ڏانهس ڏٺو. سندس ٻن ڀروئن جي وچ ۾ تلڪ پئي چمڪيو!

مون دل ئي ۾ کيس هٿ ٻڌي پرنام ڪري چيو. ”جيجي! جيئي سنڌ!“

●

روسي شاعر: ڪاسٽنٽائين سمونوو
سنڌيڪار: رسول بخش پليجو

روسي نظم

# منهنجو انتظار ڪج!

[انقلابي قومي جنگ تي ويل سپاهيءَ جو پنهنجي گهرواريءَ ڏانهن خط. هيءَ ٻي جنگ عظيم جي سڀ کان مشهور نظم ويئنامي بوليءَ توڙي دنيا جي ٻين ٻي انداز ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي.]

منهنجو انتظار ڪج!
تمام گهڻو، تمام سخت انتظار ڪج،
ته پوءِ آءٌ ضرور موٽي ايندس.
جڏهن ڪڪر ڪارو نيار ڪري اچن،
ڪنوٽيون ڪنون ۽ تنهنجي دل ڏک ۽ نااميديءَ وچان ڦاٽڻ لڳي.
منهنجو انتظار ڪج!
جڏهن لُڪون ۽ جهولا لڳن! آڪ تپن.
منهنجو انتظار ڪج!
جڏهن ڏورانهين ڏيهه کان،
تو ڏانهن منهنجا خط ۽ نياپا اچڻ بند ٿي وڃن،
منهنجو انتظار ڪج!
جڏهن ٻيا انتظار ڪري ڪري بيزار ٿي پون ۽ منهنجو انتظار ڪرڻ ڇڏي ڏين،
منهنجو انتظار ڪج!
جڏهن خود منهنجي ماءُ جيجل ۽ منهنجو اڪين جو نور پٽ به سمجهن ته
فلاڻو هميشه لاءِ هليو ويو،

منهنجو انتظار ڪج!
جڏهن منهنجا مٽ مائٽ، سنگتي ساٿي
منهنجي وفات جي عذرخواهيءَ لاءِ اچن ۽
فاتح لاءِ هٿ کڻن،
تون پنهنجا هٿ روڪج!
منهنجو انتظار ڪج!
آءٌ سمورن موتن کي مات ڪري،
هڪ ڏينهن ضرور موٽي ايندس!
منهنجو انتظار ڪج!
جن کان انتظار نه ٿيو، سي پلي چون،
ته فلاڻو قسمت سان بچي ويو!
ڪين خبرئي ڪانه پوندي،
ته، موت جي گهيري اندر،
تو پنهنجي انتظار سان،
مونکي بچائي ورتو!
فقط توکي ۽ مونکي خبر هوندي، ته آءٌ ڪيئن بچيس.
فقط پاڻ ٻن کي خبر هوندي،
ته آءٌ انهيءَ ڪري بچي ويس،
جو تو منهنجو اهڙو انتظار ڪيو،
جهڙو ٻئي ڪنهن به، ڪنهنجي لاءِ به نه ڪيو هوندو!
منهنجو انتظار ڪج!
منهنجو انتظار ڪج!

استاد بخاري

## ظالم مار

شمر، حسين کي وقتي جيتي،
پنهنجي هڙ هارائي ويٺو.
سچي حال تي خنجر ڦيري،
مستقبل مارائي ويٺو.

بي شرمو، منهن ڪارو، سوئر،
ڪوڙو، ڪوڙ هيو، مرڪي ٻيٺو.
ڏيکارڻ لئہ جهومي ٿو پر،
سڀ سمجهن ٿا، ٿڙڪي ٻيٺو.

هن انڌي جي ٻيٺي ٻيٺي،
ملڪ سڄوئي تي ويو رت.
ڀڙڪي ڀڙڪي، ٿڪي ٿڪي،
رت ۾ نيٺ اچي ويو ست.

ٿيندي ٿيندي آخر ٿي ويو،
قطرو قطرو حق حسين.
سينو تاڻي ايري آيو،
ٻچو ٻچو حق حسين.

ملڪ سڄو ٿي ويو مظلوم،
اولهہ اوپر "ظالم مار"!
ڪاڏي ويندا شمر، يزيد،
گهر گهر، در در "ظالم مار".

تاج جويو

## هندو مسلم ٻئي انسان!

ڏونگا ڏاهر نہ، ٿي داناءَ،
ڪٿان ليبن پاپاٽا ڪڪ.
ديس جو دشمن دور ڏڪار،
پنهنجن ڪي وجهہ ڏهہ ڏهہ پڪ.
هندو، مسلم ٻئي انسان،
ڇا جا ويڇا، ڇا جي رڪ!
انسانيت سان پنهنجو آنس،
مُلان ماري پل پيو جڪ.
پنڊ نہ ڇاٽان پريت سواءَ،
مسجد، مندر، ديول رڪ!
محبت منهنجو مذهب "تاج"!
پيار پکيڙيا سون تي پڪ.

امان الله "ناظم"

## هي سنڌ آ مظلوم جي!

سنڌڙي تو مان ڏکي تنهنجا مدا مارا ڪيان،
بي ضميرن جا هت ٿوڙي سيها سارا ڪيان.
جن ٿي گهري ورتي پناهہ، سي ٿي ويا اڄ شيرشاهہ،
جيڪي ويا ڦيري نگاهہ، تن ڪان وري وارا ڪيان.
هت سرفروشن جو صحن، هي مردمانجهين جو وطن،
هنڪي ڏکيو جيڪي ڏنو، سي چو نہ آوارا ڪيان.
هي گهما گهمارن جو ڇوان، دودي ۽ هوشو جو مڪان.
جيڪي رکن نفرت هتان، سي سڀ هاڻ هارا ڪيان.
هي ء سنڌ آ مظلوم جي، مسڪين جي، معصوم جي،
هت گهرج نا هي شوم جي، مغرور منهن ڪارا ڪيان.
هت هر سنڌي ممتاز آ، محمود آ، اياز آ،
"ناظم" اسانکي ناز آ، تو راز دل وارا ڪيان.

مير محمد پيرزادو

## هي کهڙي تنهنجي ياري آ....

رات سڄي هيان ٿُرني، ڙي يــار- منهنجي توبهه زاري آ،
منهنجي توبهه زاري آ- هيءَ کهڙي تنهنجي يــاري آ!
ڏيساور تي ڏينهن گذاريئي وئي پڄاڻا مون نه وساريئي،
پل پل ۾ مون پٺي پڪاريئي پنهنجي سکه ڀُني- ڙي يار،
نيٺ نماڻي نــاري آ!
منهنجي توبهه زاري آ- هيءَ کهڙي تنهنجي يــاري آ:
توريءَ منهنجو چاڙهو ناهي- ڀورهيت لاءِ کو پاڙو آهي؟!
رِيءَ آنَ ٻارن راڙو آهي، ڪالهانڪر ڪُني، ڙي يار،
ڀڳيءِ مون ته نه ٻاري آ!
منهنجي توبهه زاري آ، هــيءَ کهڙي تنهنجي يــاري آ!
ميءَ پٺي تــو پارو پارو، ڀُنڙي تــي آ تپ جو وارو
ميءَ جهلڻ لئه ڪونه سهارو، چولو ناهي چُنيي، ڙي يار،
ڪٿين جنڊڙي ڳاري آ!
منهنجي توبهه زاري آ- هيءَ کهڙي تنهنجي يــاري آ!

ضياءُ ميمڻ

## وطن لاءِ ويس رنڱائي ويا

جوڳي ســڀ جوءِ جا
ڏونهيون وسائي ويا،
ڏونهيون وسائي ويا،
هنيل هينئون هڄائي ويا،

واريءَ جيان وکريو وطن،
وطن لاءِ ويس رنڱائي ويا،
وطن لاءِ ويس رنڱائي ويا،
رت ۾ پاڻ ڀِسائي ويا،

جوڳي سڀ جوءِ جا،
ڏونهيون وسائي ويا-

جوڳي سڀ جوءِ جا،
ڏونهيون وسائي ويا-

رهزن ٿيا راهن جا رهبر،
جوڳي اهي ڳس مٽائي ويا،
جوڳي اهي ڳس مٽائي ويا
ڏوڻين جا ڏس ٻڌائي ويا.

دل ۾ ڪيا دردن ديرا،
سور سيني ۾ سهائي ويا،
سور سيني ۾ سهائي ويا،
جوت هنئين ۾ جلائي ويا،

جوڳي سڀ جوءِ جا،
ڏونهيون وسائي ويا-

جوڳي سڀ جوءِ جا
ڏونهيون وسائي ويا.

محمد بچل مگسي

## "جيئي سنڌ"

روڪي نه سگهبو نعرو اسانجو توڙي اچي گولي.
جيئي سنڌ، جيئڻ سنڌي، جيئي سنڌي ٻولي،
ساٿ ڏني هي لولي، سنڌڙيءَ لاءِ سر ڏيو.

نسرين جوڻيجو

# ”۽....مسئلو اڃا بہ منجهي ويو“

سنڌ جو مسئلو ايامن کان وٺي منجهيل رهيو آهي. سنڌ صديون اڳ بہ غلام هئي، اڄ بہ غلام آهي ۽ نہ ڄاڻ تہ ڪيستائين غلام رهندي.

سنڌين جو اڳوڻو پوڙهو جهور نسل، ننڊون ڪندي گذاري ويو. سنڌين جو موجوده نسل، بقول استاد بخاريءَ جي وقلي پيو. هاڻي اها خبر ناهي تہ سنڌين جو ايندڙ نسل وقلي وقلي سمهي پوندو يا وري ڪُرَ موڙي سجاڳ ٿيندو.

سنڌين جي اها بدنصيبي، اها بيوسي ۽ لاچاري ڏسي، ڪجھ سنڌين کي پنهنجي ٿي حال تي ڪهل آئي، غيرت آئي ۽ اچ ٿي. ان ڪري انهن پاڻ مان ڪي ليڊر چونڊي انهن کي منٿ ڪئي تہ، ”ڀلي وارو ڪريو، وقت اهو آئو پاڻ ملهائڻ جو... خدا جي واسطي، سنڌ جي صدقي!، ڪٿي ويهو ۽ اهو مسئلو سنواريو... ويچاريو تہ آزادي ڪيئن حاصل ڪجي؟“

پنهنجي ديس جي ڏتڙيل مارووڙن جي اها التجا، اها آزي نيزاري ٻڌي، انهن چئن ليڊر صاحبن فيصلو ڪيو تہ، ڪنهن پررونق جاءِ تي ويهي ان مسئلي جو ڪو مناسب حل ڳولجي. پر سنڌ جي مسئلي کان بہ وڏو مسئلو ان جاءِ جي ڳولا هئي، جتي چارئي صاحب اچڻ لاءِ متفق هجن. نيٺ ڪجھ وقت جي مغز ماريءَ کانپوءِ، شهر جي هڪ مشهور هوٽل جو انتخاب ڪيو ويو ۽ ليڊر صاحبان ٻئي ڏينهن شام جو اتي اچڻ جو وعدو ڪري موڪلائي ويا.

انتظار جون گهڙيون ختم ٿيون... ٻيو ڏينهن بہ آيو.

سڀ کان پهرين ليڊر نمبر هڪ، پنهنجي سورنهن گز ڊگهي چمڪندڙ ڪار ۾ چڙهي اچي مقرر جاءِ تي سهڙيو. سندس ڪار جو رنگ ڪارو هو. ڪيس ڪائو بوائز جهڙا ڪپڙا پهريل هئا ۽ کيسي ۾ پستول هئس.

ان کانپوءِ، ليڊر نمبر ٻيو، پنهنجي هڪ دوست جي مزدا ۾ آيو ۽ اچي پهرئين ليڊر جي ڀر ۾ ويٺو. ڪيس هپين وارو لباس پهريل هو ۽ کيسي ۾ آئيءَ ويل لاءِ هڪ چاقو هئس.

ليڊر نمبر ٽئي کي ويٺي اڃا ڪي گهڙيون مس گذريون هيون تہ ليڊر ٽيون بہ رڪشا ۾ اچي وارد ٿيو. ڪيس ڪلهن تي اجرڪ هئي ۽ هٿ ۾ ڪهاڙي.

آخر ۾ ليڊر نمبر چوٿون بہ ”گوڏي گاڏيءَ“ تي سوار، سهڪندو سهڪندو اچي باقي دوستن سان مليو. ڪيس معمولي گاڏيءَ جو ويس اوڍيل هو ۽ هٿ ۾ زبردست ڏنڊو هوس.

چارئي دوست گڏجي ويٺا. پهريون مرحلو تہ خير خوبيءَ سان حل ٿي ويو.

ان کانپوءِ چانهہ ۽ ڪوڪ جو دور هليو، ڪي اوپاريون لهواريون ڳالهيون ٿيون ۽ نيٺ چارئي اچي مقصد واريءَ ڳالهہ

تي پهتا.

چئني ڏاڍو زوردار بحث ڪيو. ميز ڪي مُڪون هنيون، هوٽل واريءَ جا ٽانوَ ڀڳون.... ۽ ان ڪانپوءِ گاريون ڏيندي الائجي ڇا ٿين، جو هڪ ليڊر ٻئي جي ڳچيءَ ۾ هٿ وڌو ۽ ٻئي وري ٽئين جي ڪالر ۾. پستول واري پستول ڪڍيو، چاقو به نڪتو، ڪهاڙيءَ جو ڦر اڀو ٿيو ۽ ڏنڊو هيڏي هوڏي ڦرڻ لڳو.... ڏاڍو خون خرابو ٿيو.... سنڌي، پنهنجن جي رت ۾ ٻُڏي رنگجي ويا.

هوٽل ۾ پاڻيٽال مچي ويو. مئنيجر جا ماٿا ڦري ويا ۽ هو وائڙو ٿي هيڏي هوڏي نهارڻ لڳو. پوءِ فون کڙڪائي.

ٿوريءَ دير ۾ پوليس اچي وئي.... چئني ليڊرن کي گرفتار ڪري، جيل اماڻيو ويو... سنڌين هاءِ گهوڙا ڪرڻ شروع ڪئي.... ۽ سنڌ جو مسئلو اڃا به منجهي ويو.

عبدالقادر انبهڙ

# سنڌ جي ٻيلن جا نوان ڌاڙيل!

موجوده سرڪاري ٻيلا ١٨٨٥ کان رکيا ويا آهن. ان زماني ۾ جيڪڏهن درياءَ جو پاڻي ايندو هو ته زمين آباد ٿيندي هئي نه ته ملڪ غير آباد هوندو هو. مگر ڍل جو قانون هو ته ڪير آباد ڪري يا نه ڪري پر سرڪار کي ڍل ڏي، نه ته زمين ضبط ڪئي ويندي هئي ۽ ٻيلن هيٺ آندي ٿي ويئي. اها سنڌي ماڻهن جي قبولي زمين هئي جنهن جو رڪارڊ موجود آهي. انهيءَ بهاني جن ماڻهن انگريزن سان ساٿ نه ڏنو ۽ سندن بوٽ پالش نه ڪئي انهن جون زمينون به ضبط ڪيون ويون.

ون يونٽ ٿاهيندڙن جو اهو منصوبو هو ته سنڌ جي زمين تي ڪيئن به ڪري قبضو ڪجي. انهيءَ لاءِ ايوب شاهي دور ۾ نوان نوان کاتا کوليا ويا. جهڙوڪ اي-ڊي-سي واپڊا، پي آءِ ڊي سي. انهن جا هيڊ ڪوارٽر لاهور ۾ رکي ۽ اتان آفيسرن جي ڀرتي ڪندا ڪين سنڌ ۾ موڪليندا ويا جن هتي اچي سنڌي زمين ڦٻائڻ لاءِ وڏا وڏا منصوبا تيار ڪيا. انهن مان هڪ اهو به منصوبو تيار ڪيو ويو ته جديد نموني ۾ ٻيلا قائم ڪيا وڃن جن اڳيان وڻ ڪپائي قيمتي وڻ پوکيا وڃن جيئن ڪاٺين جي صنعت سٺي آب هوا ۾ بهتر ٿئي ۽ چوپائي مال جي پالنا ۾ اضافو ٿئي. يورپ يا ٻين ملڪن وانگر قيمتي درخت پوکيا وڃن جن مان ملڪ کي وڏو فائدو پهچندو وغيره انهيءَ لاءِ ١٩٦٢ ۾ هڪ ٻيلا لڳائڻ جي اسڪيم تيار ڪئي وئي جنهن ۾ ڪروڙها رپيا بجيٽ ڏيکاري وئي، سڀ کان پهريون ڪوٽڙي بيراج جي ايراضي وارن

ٻيلن کي اي- ڊي سي ۾ آندو ويو ۽ اڳيان وڻ وڍائيندا ويا ۽ ٽريڪٽرن سان زمين سڌاريندا ويا ۽ اها زمين ڪامورا پاڻ ۾ ورهائي کڻندا ويا. پهرين انهن ايراضين ۾ ڏيکاريا ويا جيڪي پهاڙي يا ريگستاني علائقا هئا جتي هڪ وڻ به پيدا نه ٿي سگهي. ۱۹۶۵ ۾ گڊو براج ۾ ٻيلا لڳائڻ جي اسڪيم قائم ڪئي وئي ۽ ڏيڍ لک ايڪڙ ايراضي ۾ ٻيلا اي- ڊي سي هيٺ آندا ويا. انهن ٻيلن کي لڳائڻ لاءِ ڪروڙها رپيا منظور ڪيا ويا ۽ اڳيان وڻ ڪپائيندا زمين صاف ڪندا ڪامورا پاڻ ۾ ورهائيندا ويا. اڄڪلهه اسانجي گڊو براج جي ٻيلن واري زمين ۾ اصغر خان، نور خان، آغا شاهي، آغا هلالي جهڙا وڏا ڪامورا زميندار ٿيا ويٺا آهن. انهن ٻيلن جون باقي زمينون سڀ ٻاهرين ماڻهن کي ڏنيون ويون ۽ اتي ويٺل سنڌي ماڻهن کي بيدخل ڪيو ويو. ڪيترن ماڻهن کي موت جي ننڊ ۾ سمهاريو ويو. جن مان هڪ مثال تعلقي گهوٽڪي ۾ مرڻاس قوم جو آهي، جن جا ماڻهو ماريا ويا آهن. جهڙوڪ الله بچائي مرڻاس جا پائر ۽ ٻيا اهڙا واقعا پين هنڌن به، ڪيترا ٿيا آهن. هن حڪومت ۾ به ٻيلو سعيدپور صالحاڻي هنگورو جي اٽڪل يارهن ٻارهن هزار ايڪڙن تي ملٽري ويلفيئر ريهبليٽيشن ايوسيئيشن وارن قبضو ڪيو آهي. جنهن جا قيمتي جهنگ وڍي بلڊوزر پيا هلائين ۽ ٻيلن اندر ويٺل سنڌي ماڻهن کي بيدخل ڪرڻ لاءِ تعلقي مختيارڪارن ۽ پوليس عملدارن سان ساز باز ڪري کين پريشان ڪري رهيا آهن. انهن ٻيلن ۾ اڳ حڪومت ۳ لک رپيا خرچ ڪري قيمتي وڻ پوکيا هئا. انهيءَ کي به نوان مالڪ صاف ڪري رهيا آهن. فاريسٽ ائڪٽ ۱۹۲۷ ۾ صاف آهي ته ٻيلن کي ختم ڪري پوءِ اتان جي ماڻهن کان اعتراض وٺي انهن جا حق ڏسي پهرين مڪاني ماڻهن جا حق پورا ڪيا وڃن. گڊو براج جي اي- ڊي سي جي ٻيلن لاءِ گورنر جا صاف آرڊر آهن ته: ٻيلا لڳائڻ جي اسڪيم هيٺ آيل ٻيلن کي ڪڏهن به هٿ نه لاتو وڃي. انهيءَ جي باوجود اي- ڊي سي وارن ڪنهن جي به پرواهه نه ڪندي ٻيلا تقسيم ڪري ڇڏيا آهن. اسان موجوده حڪومت کان مطالبو ٿا ڪريون ته مٿين ڊاڙن بابت انڪوائري مقرر ڪئي وڃي ۽ ٻيلا ساڳيا قائم ڪري سنڌ کي خوشڪ سالي‎ءَ کان بچايو وڃي. مٿيان ٻيلا ختم ٿيل نه آهن انهن کي فاريسٽ سمجهيو وڃي ۽ جن آفيسرن جو انهن جي تين وال ڪرڻ ۾ هٿ آهي انهن کي سزائون ڏنيون وڃن.

گڊو براج جي ئي سرڪاري زمين ۵۹۶۵۲۵ ايڪڙ هئي جنهن کي هيٺين ريت تقسيم ڪيو ويو.

ڊفينس فورس اسڪيم (۷۸ هزار) سول آفيسر اسڪيم (هڪ لک ٽيهه هزار) آبادي منڊي ٽائون اسڪيم (۳۰ هزار) منگلا ڊيم وارن کي (۳۴ هزار) اسلام آباد وارن کي (۴۲ هزار) انعام وران کي (۴ هزار) فرنٽيئر ٽائيبل جي ماڻهن کي (ساڍا ٽي هزار) ايئر فورسز ملٽري آفيسرن کي (سوا ٽي هزار) عام نيلام هيٺ ڏنل زمين (هڪ لک ۱۰ هزار) مقامي هارين کي فقط (۱ لک ۳۲ هزار) مهاڳيدارن کي (نوانوي هزار).

اصغرخان، نور خان، رٽائرڊ جسٽس انعام الله ۽ آغاشاهي، آغا هلالي ۽ ٻين اهڙن سي ايس پي

آفيسرن، جنرلن، ڪرنلن کي پنهنجي پسند تي هڪ هنڌ ادائي سؤ ايڪڙ في فرد ڏنا ويا آهن.

هاڻي اسان موجوده حڪومت پاڪستان ۽ صوبائي حڪومت سنڌ کان اهو پڇڻ ٿا چاهيون ته فوج کي زمينون ڏيڻي دفاع تان سنڌن ڏيان هٽائي سنڌن زمينداري جي طرف رخ موڙيو ويو آهي. انهيءَ ڪري هنن فوج جي ماڻهن کي پنهنجي ڪارو بار ۾ سول معاملات کي هٽ ۾ رکڻ لاءِ روز روز مارشل لاءِ لڳائڻي پئي پوي. مارشل لاءِ جي ذريعي حڪومت جون واڳون هٿ ۾ رکي هنن پنهنجين زمين لاءِ واهه، واٽر ڪورس، ٽريڪٽر هٿ ڪيا. هرهڪ ماڻهو ۽ خود حڪومت تسليم ڪري چڪي آهي ته ايوب شاهي ۽ يحيٰ شاهي عوام دشمن ۽ ظالم هئي ته، انهيءَ وقت جيڪو به ٿيو آهي ۽ خاص ڪري ننڍين قومن جو جيڪو استحصال ٿيو آهي ۽ غيرقانوني زمينن جي تقسيم ٿي آهي هاڻي انهيءَ تقسيم کي غيرقانوني قرار ڏيئي ضبط ڪري استحصال جو خاتمو ڪيو وڃي ۽ سنڌي عوام سان انصاف ڪيو وڃي.

---

”ٻرڪ انقلابي اڳواڻ“ ڪتاب سلسي جو ايندڙ ڪتاب هوچي منه، مائوزي تونگ ۽ اسٽالن جهڙن ناميارن انقلابي اڳواڻن جو عظيم استاد

## لـيـنـن

جنهن هزارين سالن جي انسائي تاريخ ۾ پهريون دفعو عوامي انقلاب آندو ۽ دنيا ۾ پهريون دفعو وڏيرن، سردارن، رئيسن، نوابن، سيٺين، سرمايه دارن، آفيسرن ۽ بادشاهن جي حڪومت ڊاهي هارين مزدورن ۽ عوام جي انقلابي حڪومت قائم ڪئي ۽ ٻي سڄي دنيا ۾ عوام جون حڪومتون قائم ڪرڻ جي راهه روشن ڪري ڇڏي.

## لـيـنـن

مظلوم ۽ غلام قومن جي آزادي جو علمبردار جنهن روسي شهنشاهن جا مظلوم قومن تي مڙهيل سڀ قاعدا، قانون ۽ عهدناما رد ڪري ڦاڙي ڦٽا ڪيا ۽ کين گهر ويٺي قومي آزاديءَ جا پروانا ڏياري موڪليا.

ليکندڙ: رسول بخش پليجو

پتو: سنڌي عوامي ڪتاب گهر B-80 لطيف آباد ۴ حيدرآباد.

---

ٻرڪ انقلابي اڳواڻ ڪتابي سلسلي جا اڳ ڇپيل ڪتاب

## مائوزي تونگ ۽ هوچي منهه

ليکڪ: رسول بخش پليجو

جا نوان ايڊيشن جلد ڇپائي ٻيهر منظر عام تي آندا ويندا.

# ڇا وڏيرا شاهيءَ خلاف
# جدوجهد قومي جدوجهد جو لازمي حصو آهي؟

(اسان گذريل پرچي ۾ جناب رسول بخش پليجي جو نظرياتي مضمون "وڏيرا شاهيءَ خلاف جدوجهد قومي جدوجهد جو لازمي حصو آهي" ڏنو هو ۽ پڙهندڙن کي ان بحث ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ سڏ ڏنو هو. هي مضمون ان بحث جي پهرين ڪڙي آهي. لازمي ناهي ته "تحريڪ" انهن ذاتي راءِ سان متفق هجي. ادارو.)

**غلام محمد شاه جيلاني هالا پراڻا:**

...نه رڳو سنڌ صوبي سان ظلم ٿيندو رهيو آهي، پر هر اقليت واري صوبي سان اهوئي ويل وهايل آهي. "سنڌ" در حقيقت ڪمزوريءَ جو پيو نالو آهي، سو جيڪو صوبو ڪمزور هوندو يا جيڪا به شئي ننڍي هوندي ته ان کي هڙپ ڪرڻ لاءِ هر طاقت وارو وات ڦاڙيندو رهندو آهي. پوءِ اهو ڳڙڪائيندڙ سنڌي هجي يا پنجابي، پناهگير هجي يا پٺاڻ، بلوچ هجي يا خان، وڏيرو هجي يا سيٺ. "انهن جو ڪم ئي آهي غريب عوام جو رت چوسڻ." انهن کي نه وطن سان محبت آهي ۽ نه قوم سان. انهن جو جتي به پنهنجو مفاد وابسته هوندو اهوئي منزل مقصود هوندو اُتي سنڌ سان به اهائي ويڌن آهي.

سنڌ صوبي سان جيڪي به ظلم ٿيا آهن تن جو نشان گهڻائي واري آبادي ٿي آهي. جن کي رات جو ڳيو آهي ته ڏينهن تي ويلا آهن، جيڪي انگ اگهاڙا ۽ خانه بدوش آهن. جن کي اها ڳالهه سمجهه ۾ ئي ڪانه ٿي ويهي ته "سنڌي زبان قومي زبان" "ون يونٽ ٽوڙيو" "سيني ڪانن ۾ سنڌي پڙهيلن کي نوڪريون ملن" جهڙا مطالبا ڇو ڪيا وڃن ٿا. هو ته رڳو اها ڳالهه سمجهن ٿا ته سچو فصل سنڌي ڳالهائيندڙ زميندار ب، کٽي وڃي ٿو ته پنجابي ۽ اڙدو ڳالهائيندڙ به ائين ڪري ٿو. هو سڄي عمر پيٽ جي باهه وسائڻ ۾ تعليم کان محروم ٿي سڄي زندگي چٽ ۽ جاهل ٿا سڏجن... ڪامورو سنڌي هجي يا ٻي قوميت رکندڙ هر ڪنهن ڪم لاءِ ۽ سڀ ڪنهن کان "فضل ربي" ضرور وٺي ٿو. ان جو صرف هڪ ئي علاج آهي ته سرمائيداري نظام کي ختم ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪجي. اصل ۾ سيني برائين جي جڙ اهوئي نظام رهيو آهي. جڏهن اسان انهيءَ نقط نظر تي زور ڏينداسون ۽ انهيءَ خلاف جدوجهد ڪنداسون ته پوءِ گهڻائيءَ وارو طبقو ضرور ساٿ ڏيندو ۽ ڪنهن کي به اها شڪايت نه رهندي ته هاري ۽ مزدور ساٿ نٿا ڏين.

اهو تجربو ڪيو ويو آهي ته جڏهن به اهڙي هلچل هلندي آهي ته سرمائيدار پنهنجن

مفادن کي بچائڻ لاءِ مختلف طريقا استعمال ڪندا آهن جن جي ڪري قومي جدوجهد ۾ رڪاوٽ پيدا ٿيو پوي. جيئن پيپلز پارٽيءَ جي هلايل هلچل ۾ ٿيو هو. انهيءَ پارٽيءَ اهو نعرو ۽ اصول پيش ڪيو هو ته ”سوشلزم آندو وڃي، جيڪو سڀني زيادتين ۽ مصيبتن جو واحد علاج آهي.“ ته سڀ قوم جا افراد انهيءَ جدوجهد ۾ شريڪ ٿي ويا. باوجود زميندارن ۽ سرمائيدارن جي مخالفت هوندي به انهيءَ ”منشور“ واريءَ پارٽيءَ کي ڪامياب ڪرايو ويو، جنهن چيو هو ته ”زمين هر هلائيندڙ جي آهي“ ”مل مزدورن جي آهي“ ”ڪنهن به خاندان کي سؤ ايڪڙ کان وڌيڪ زمين ڪانه ملندي.“ غريب ۽ مظلوم عوام دانهون ڪوڪون ڪيون ته، ”سائين! اهي ئي زميندار جيڪي اسانکي پنجويهه سالن تائين پيڙهيندا رهيا آهن، تن کي اسان جا اڳواڻ چونڊي ڪامياب ڪرڻ گهرو ٿا جيڪي هميشه ”اپرندڙ سج جا سلامي رهيا آهن.“ اهي ڪڏهن به سوشلزم کونه آڻڻ ڏيندا؟ ”جناب ذوالفقارعلي ڀٽي جي يقين ڏيارڻ تي خاموش رهي انهن غريبن، هارين، مزدورن ئي زميندارن، ميرن، پيرن ۽ سرمائيدارن کي ڪامياب ڪرايو.

وقت ثابت ڪري ڏيکاريو ته مظلوم عوام جو نظريو صحيح هو. ڇا اها هلچل زمينداري خلاف نه هئي؟ ڇا اهو ”لانگ مارچ“ سرمائيدارن خلاف نه هو؟ جن کي ليکڻ جوڻ جايون ڪٽي پيون. آئون جناب رسول بخش پليجي جي انهيءَ تجويز سان اختلاف رکان ٿو، جنهن ۾ چيو ويو آهي ته ”قومي اتحاد خاطر سنڌي هاري عوام موجوده حالت ۾ زمينداري سرشتي جي فوري طرح ۽ مڪمل خاتمي جو مطالبو نٿا ڪن. هن وقت هو محدود مطالبا ٿا ڪن. جهڙوڪ: ”وڏيرا مٿن ظلم بند ڪن. کين بيدخل نه ڪن مٿن ڪوڙا قرض نه لکن. ليکو صاف ڪن. زرعي قانونن موجب هلت ڪن. ڪوڙا ڪيس، ڦڏا نه ڪن. کين برباد ۽ تباهه نه ڪن وغيره.“

ڇا پليجي صاحب جي تجويز جي ترديد جناب ذالفقارعلي ڀٽي جي هلايل تحريڪ مان نٿي ملي! حالانڪ خود پليجو صاحب پاڻ تسليم ڪري چڪو آهي ته ”وڏيرا شاهيءَ جو اصلي علاج آهي زميندار ي نظام کي مڪمل طور ختم ڪرڻ. ان کان سواءِ سنڌي قوم ڪڏهين به، پاڻ پري، طاقتور ۽ شاندار قوم بنجي ڪانه سگهندي.“

اسانجي قومي جدوجهد جو اهو اصول هجي ته، سرمائيدار سنڌي هجي يا پنجابي، پناهگير هجي يا پٺاڻ، بلوچ هجي يا بروهي سڀ دشمن آهن. پر جيڪو پورهيت عوام جا حق ڏيئي يا حقن جي وٺي ڏيڻ ۾ مدد ڪري ته اهو دوست ۽ سڄڻ آهي. ائين ڪرڻ سان سرمائيدار ۽ ان جي ايجنٽن جو وجود ختم ٿي ويندو جيڪي زميندار، وڏيرو، پير، ملان، سير ۽ سيٺ جي روپ ۾ ڦريندا رهن ٿا.



**منصور سنائي، شهداپور.**

سڀ کان اول قوم پرست ۽ قومي جدوجهد جي سڃاڻپ ضروري آهي. ڇو ته وڏيري

جو پٽ ۽ ان جي اڳواڻي هيٺ هلايل تحريڪ نہ ”قومي جدوجهد“ آهي ۽ نہ ئي وڏيري جو پٽ قوم پرست ٿي سگهي ٿو. ڇو تہ هنن جي هڏن ۽ بدن ۾ سنڌي غريب پورهيت جو رت هوندو آهي. ان ڪري هو بہ پنهنجي پيءُ جي نقش قدم تي هلندو آهي. شهرن ۾ قوم پرست تحريڪون هلن ٿيون. پوءِ وري ڪڏهين ختم ٿيو وڃن تہ ڪڏهن وڏيرن جا پٽ هڪٻئي جي ليڊرشپ تي وڙهيو ڏڙا ڪريو ڇڏين. مطلب تہ رب وانگر ٿاهي ايام هوندي آهي. اهي وڏيرن جا پٽ قوم پرست گهٽ ”مطلب پرست“ وڌيڪ هوندا آهن. ڇو تہ جڏهن سنڌ مقابلو وڌيڪ ”حرامين“ سان ٿيندو آهي (اهو مقابلو ڪاليجن ۽ اسڪولن اندر ۽ نوڪرين جي لاءِ ڇنڊڇاڻ تي ٿيندو آهي) پوءِ وڏيري جو پٽ اتان هارائڻ سان ئي قوم پرست ۽ ”قومي جدوجهد“ جو اڳواڻ ٿي پوندو آهي ۽ پنهنجن مطالبن کي قومي جدوجهد جو نالو ڏيئي تحريڪ هلائيندو آهي ۽ سنڌي قوم جو دردخواهہ ۽ غمخوار ٿيندو آهي. درحقيقت هو پنهنجن حقن جي تحفظ جي تحريڪ هلائيندو آهي ۽ پوءِ وقت جي حڪومت کان فرسٽ ڪلاس آفيسري يا ٻي اعليٰ نوڪري وٺي تحريڪن کي ڇڏي وڃي سرڪار پيڙو ٿيندو آهي. اهڙي نموني سان شهرن ۾ قومي تحريڪون هلنديون آهن ۽ ختم ٿينديون آهن.

قوم پرستن جو قوم جي حقن سان ذرو بہ واسطو نہ هوندو آهي. هو ڪڏهن بہ هلي هاريءَ ۽ پهراڙيءَ جي پورهيت وٽ نہ ويا. ان ڪري اسانکي انهن وڏيرن سان ڪنهن بہ همدرديءَ جي توقع رکڻ ”پيرن ڪان پير گهرڻ“ جي برابر هوندي. انهن وڏيرن جي پٽن جي هلايل تحريڪن ۾ غريب پهراڙي جا شاگرد بہ استعمال ٿي ويندا آهن ۽ وڏيري جو پٽ هنن جو ”پيڙي چاڙهي ڦرهو ڪيي ويندو آهي“ پهراڙي جي پورهيت سان جڏهن اسان انهن تحريڪن بابت ڳالهايو آهي تہ پوڙهي پڪي چيو آهي تہ ”ابا نانگ جي پٽ کي ڪير پيا پياريو.“

بهرحال اسانکي اهو بہ افسوس آهي تہ اڄ ڏينهن تائين اها صحيح قومي تحريڪ نہ هلائي وئي ويئي آهي جيڪا پهراڙي جي هارين کي متحد ڪري ۽ وڏيرا شاهيءَ ۽ انهن جي چاڙتن خلاف منظم جدوجهد ڪري ۽ پنهنجو رشتو پهرڙي جي پورهيت سان جوڙي. هيئنر اسان کي گهرجي تہ پنهنجي قومي تحريڪن کي پهراڙي جي پورهيتن سان اڻاريون، هنن جي مطلب جي ڳالهہ ۽ مقصد جي ڳالهہ ڪٿي ميدان عمل ۾ هنن سان گڏ ٿي بيهون.

ان لاءِ آءٌ آخر ۾ پنهنجي سڀني هارين جي پٽن (شاگردن) کي گذارش ڪندس تہ ”ڪنهن بہ اهڙي قومي تحريڪ جو ساٿ نہ ڏيو جنهنجو اڳواڻ وڏيري جو پٽ هجي. ڇو تہ قيادت جو سبق پيپلز پارٽيءَ کان وٺو تہ يڪدم ڪيئن نہ پنهنجو جبولاهي ڇڏيائين. ان ڪري توهان سڀ، جنهن عوامي تحريڪ جي اڳواڻي هاريءَ جي پٽ وٽ هجي انجي پويان لڳو ۽ کلهو کلهي ۾ ملائي وڏيرا شاهي خلاف جدوجهد ڪريو.“

**مظفرعلي لغاري، تاجپور.**

جيئي سنڌ! محترم رسول بخش پليجي جو مضمون "وڏيرا شاهي خلاف جدوجهد- قومي جدوجهد جو لازمي حصو آهي." پوري غور ۽ فڪر سان مطالع ڪيم. اها ته بلڪل حقيقت آهي ته سنڌ ۽ سنڌيت جا ازلي دشمن اسان جا سنڌي وڏيرا ئي آهن. انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ شبهو نہ هئڻ گهرجي ته انهن عوام دشمنن هرعوامي تحريڪ جي آڙ وٺي سنڌ ۽ سنڌيت سان نہ رڳو بي انصافي ۽ ظلم ڪيو آهي پر سراسر غداري ۽ ڌارين جي دلالي پڻ ڪئي آهي. منهنجو ايمان آهي ته پنجابين ۽ مهاجرن جو ڪوبہ ڏوهہ ڪونهي ڇاڪاڻ ته انهن کي ورسائڻ ۽ خوش ڪرڻ ۾ اسانجي سنڌي وڏيرن هر ڀيري سنڌ دلال هئڻ جو بهترين ثبوت پيش ڪيو آهي. هاڻ اسانجو مقدس فرض اهو آهي ته اول کان آخر اسانجي جدوجهد جو عظيم مقصد وڏيرا شاهي جو هرطرح سان مڪمل خاتمو هئڻ گهرجي.

شايد اوهانکي اهو ٻڌي افسوس ٿئي ته آءٌ خود پُشت بپشت، نسل درنسل وڏيرا شاهيءَ جي لعنت مان پيدا ٿيل آهيان. ڏيڍ سؤ ايڪڙ زمين هوندي بہ سال ۾ چار هزار رپيا خيرات طور ملندا اٿم جن مان گهڻو حصو سنڌي انقلابي رسالن تي خرچ ڪندو آهيان ۽ اهڙي طرح سنڌڙين ۾ شمار ٿي پنهنجي فرض ادائي ڪندو آهيان.



**جنت سنڌي.**

ڇيو وڃي ٿو ته وڏيرا، پير، مير وري بہ پنهنجا آهن. ان جي جواب ۾ سوال آهي ته "سنڌڙي جي لڄن جي محافظ" ۽ سنڌ دشمن سامراجي محاذ جي صدر جهڙن سنڌين ۽ عظيم قوم پرست بلوچ رهنما جناب اڪبر بگٽيءَ جهڙن بلوچن کي پنهنجن جسي خاني ۾ رکون، ڌارين جي خاني ۾ رکون يا دشمنن جي خاني ۾؟



**قادر بخش رستماڻي، جوهي.**

"وڏيرا شاهي خلاف جدوجهد..." رسول بخش پليجي صاحب جي لکيل مضمون واري سهڻي سمجهاڻي نظر مان گذري. باقي هڪ عرض ضرور ڪندس. وڏيرا شاهي تي تنقيد سان گڏ اميد بہ رکي ويٺي آهي. ڇا وڏيرا ذاتي مفاد کان قومي مفاد کي وڌيڪ ترجيح ڏيئي سگهن ٿا؟ ڪنهن بہ سنڌي پورهيت کي اها اميد ڪانهي. سڄي سنڌ ۾، ڳوٺن ۽ ٻهراڙين ۾ هارين ۽ ڪيت مزدورن سان ملي ڏسو پوءِ سڀ ڪنهن کي خبر پوندي ته سنڌي پورهيت خاص ڪري سنڌي هارين جو وڏو دشمن سنڌي وڏيرو ۽ سنڌي زميندار آهي. جتي پرمار سامراجين خلاف سنڌي هارين جدوجهد ڪئي ۽ جڏهن بہ اهي ناڪام ويا ته يڪدم انهن جي مدد لاءِ سنڌي مفاد پرست وڏيرو ميدان ۾ اچي ويو. شرط هي ته هڪ سال پيدائش مفت، مگر هارين سان ظلم ڪيا ٿا وڃن ۽ ڪين زبردستي بيدخل ڪيو ويندو آهي.

جيڪڏهن سنڌي هاريءَ سان محبت آهي ۽ پنهنجي قومي مفاد لاءِ واقعي ڏک آهي ته پوءِ ڪنهن به زميندار يا وڏيري ۾ اميد رکڻ ناممڪن ٿيندو. جيڪڏهن اهو سلسلو "تحريڪ" ۾ شايع ڪريو ته اسان سنڌي وڏيرن جا پول پڌرا ڪري لکي موڪليون. سمجهڻ ۾ اچي ٿو ته اميد ڪرڻ ناممڪن ٿيندو. اسان سنڌي هاريءَ پليجي صاحب کي مشورا ڏينداسين ته ڪيس اجان ماڪسزم ۽ لينزم جو مطالعو ڪرڻ گهرجي. مارڪسزم پڙهي ته سيڪو سگهندو آهي پر ذرا سمجهڻ گهرجي.

سنڌ ۾ پرمار سنڌ جي وڏيري جا آندل آهن يا ازخود پاڻ آيا آهن يا سنڌي پورهيت آندا آهن؟ جيڪڏهن وڏيرن جي صلاح سان سيدن ۽ پيرن جي تائيد سان، آيا آهن ته پوءِ انهن دشمنن کي ڇڏڻ گهرجي؟ پيو ته مارڪسزم جي مطالعي ڪرڻ سان صاف ظاهر آهي ته اسانجا دشمن ڪهڙا آهن ۽ اسانجا دوست ڪهڙا آهن.

خط تحريڪ ۾ آهي شايع ڪرڻ گهرجن جيڪي عوام دشمنن جي تائيد ڪان پاڪ هجن. باقي هن ڳالهه کي ته سيڪو سمجهي سگهي ٿو ته جيڪي چون ٿا ته "سنڌي وڏيرن کي ڇڏڻ گهرجي باقي دشمنن کي ڪيڻ گهرجي" اهي ماڻهو سراسر سنڌي مفاد پرستن جا حامي آهن.

اميد ته سنڌي هاري، مزدور، شاگرد ۽ پورهيت عوام گڏجي سنڌي مفاد پرست وڏيرن ۽ پرمار سامراجين کي پنهنجي جيجل سرزمين تان لوڏي ڪيندا، هاڻي وقت قريب آهي. آخر ۾ عرض ڪندس ته دشمن کي لڪائڻ نه گهرجي.



## مولوي عبدالرشيد جمالي، لاڙڪاڻو.

... قومي جدوجهد جي حڪمت عملي بابت منهنجو خيال جناب رسول بخش پليجي سان متفق آهي ته باهرين دشمنن جي پاڙ سنڌ جو مفاد پرست وڏيرو آهي. جيستائين سنڌ جي وڏيري جو وجود دائم ۽ قائم آهي تيستائين سنڌ ۾ ڪابه تحريڪ (جيئي سنڌ) يا پيون ثقافتي ۽ سماجي تحريڪون بيڪار آهن. پاڻ ڪنهن به اهڙي دوست سان متفق راءِ ڪونه آهيون ته اول باهرين جو خاتمو ڪجي ان بعد گهروارن کي سڌاريو ويندو، اها ڳالهه بلڪل غلط ۽ بي سود آهي. گهرجي دغاباز ۽ مفاد پرست ۽ ڪاموري جي دلال وڏيري ڪان هرهڪ ابوجهه اڻ پڙهيل سنڌي پاڻ واقف آهي.

دراصل وڏيرو، مُلان ۽ پيرن جو رشتو ڏئڻ، ڦورن، ڌاڙيلن ۽ چورن ڪان گهٽ ڪونه آهي. ڌاڙيل ۽ چور دنيا (پئسي) جا چور ۽ ڌاڙيل آهن پر وڏيرو ۽ ملان اسلام جي نالي ۾ ايمان جا چور ۽ ڌاڙيل آهن مُلان هميشه اهو واعظ ڪندا رهندا آهن. "باباعزت ۽ ذلت الله پاڪ جي جي هٿ ۾ آهي." سنڌ جو وڏيرو بداخلاق ۽ بدڪردار آهي، چور آهي، ڌاڙيل آهي ۽ رهزن ۽ ڌاڙو پڻ آهي ۽ هميشه ان تاڙ ۾ رهندو آهي ته، "غريب ابوجهه سنڌي جو مَير ساري عمر منهنجي اڳيان نميو پيو هجي." ان قسم جي وڏيري تي رحم ڪرڻ ۽ ڪيس ڪنهن به تحريڪ جو نشانو نه بنائڻ رب پاڪ جي دين ۽ محمدي مذهب موجب درست ڪونه آهي. ان ڪري قومي جدوجهد جي ابتدا سنڌ جي ظالم وڏيري شاهي ڪان شروع ٿيڻ اشد ضروري آهي.

**نبن بلوچ، حيدرآباد.**

محترم رسول بخش پليجي جو مقالو ”وڏيراشاهي خلاف جدوجهد قومي جدوجهد جو لازمي حصو آهي“ هڪ نهايت صحيح بنيادي فڪر آهي جو سنڌ جي وطن دوستن لاءِ قومي جدوجهد جي رستي ۽ رخ کي پرکڻ لاءِ هي هڪ اهم دستاويز جي حيثيت رکي ٿو.

هي هڪ حقيقت آهي ته باوجود سنڌ سان لاتعداد ظلمن جي ڪا به زوردار تحريڪ اُڀري نه سگهي آهي. جيڪڏهن اخبارن ۾ جدوجهد جو ذڪر اچي ٿو، ته به انهيءَ جو دائرو تمام محدود آهي. چند سفيدپوش ڪارڪنن کان سواءِ ٻيو ڪير ٿيو، انهن حالتن ۾ هر وطن دوست جو فرض آهي ته هو حالتن جو جائزو وٺي ۽ ڇنڊڇاڻ ڪري ته باوجود ڪوششن جي پورهيو رائگان ڇو ٿيو وڃي؟

هن وقت ڏسبو ته ڌارين سنڌ دشمنن کان سواءِ سنڌي ٽن قسمن ۾ ورهايل آهي:- (١) وڏيراشاهي (٢) وچولو سفيدپوش پڙهيل طبقو. (٣) پورهيت عوام. ١:- وڏيراشاهي:- هيءَ زميني جاگيرداري نظام جي پيداوار آهي، هن ۾ ميرن پيرن، نوابن، وڏيرن، اميرن، رئيسن، سردارن ۽ خانن جي آها لوڏ اچي وڃي ٿي جا سنڌ جي اسي سيڪڙو زمين ۽ ٩٠ سيڪڙو سنڌين جي جان ۽ گذر جي مالڪ مختيار آهي. ملڪ ۽ عوام تي کين سرڪاري توڙي خانگي مالڪي حاصل آهي. ماڻهن جا ننگ ۽ گذران سڀ سندن مرضيءَ جا محتاج آهن، سندن بقا انهيءَ ۾ آهي ته سندن خدائيءَ هيٺ ماڻهو اڻ پڙهيل جاهل، بکيا، ڏکيا سوچڙي ڪٺيا، بي مڙسيا، بي غيرت هجن. جنيءَ رات کان ئي هنن کي ”شيرشاه جو شڪرو“ ٿيڻ جي لولي ڏنل آهي، هنن جو ڌارين سان ڪو به خاص ٽڪر ۽ تضاد ڪونهي تنهن ڪري قومي جدوجهد هنن لاءِ ڪا به اهميت ڪانه ٿي رکي. ٢:- وچولو سفيدپوش پڙهيل:- هي طبقو شهرن ۾ رهندڙ آهي. تعداد جي لحاظ کان سنڌين جي ڪُل تعداد جو مشڪل سان پنج سيڪڙو ٿيندو، جيئن ته شهرن ۾ ٻاهرين ڌاڌاگيريت نهايت زور آهي. تنهنڪري سندس مفادن جو ٽڪر ۽ تضاد سڌو سنئون انهن ڌاڌاگيرن سان آهي، هن طبقي مان ئي هيستائين قومي جدوجهد کي قيادت ۽ فڪر مليا آهن. اهوئي سبب آهي ته قومي جدوجهد انهيءَ جي چوڌاري ڦري رهي آهي. مگر جيئن ته سندس دائرو تمام محدود آهي، تنهنڪري هو انهيءَ تحريڪ ۾ ڪا به جان وجهي نه سگهيا آهن. ٣:- پورهيت عوام:- سنڌين جو هي طبقو سندن ٩٠ سيڪڙو کان به مٿي آهي کين وڏيراشاهيءَ جي پنارڪ ڇائي ڇم کان پنڻ تي آهي جنهن کيس بنهه عذر وارو بنائي ڇڏيو آهي. سندس ٽڪر ۽ تضاد ٻاهرين ڌاڌاگيرن سان گهٽ ۽ وڏيراشاهي سان تمام گهڻو آهي. جنهن کيس انيڪ ڏوڙها وجهي ڇڏيا آهن. اهوئي سبب آهي جو هيلتائين ڪنهن به قومي تحريڪ کين پاڻ ڏانهن پوريءَ طرح نه ڇڪيو آهي.

مٿين نقشي ۾ ڏسبو ته سنڌين جي قومي تحريڪن جو دائرو فقط ٥ سيڪڙو ماڻهن جي اردگرد ڦرندو رهيو آهي، جي به عوام جي اڪثريت کان نهايت پري رهيا آهن. جي

اها دوري اڳتي به قائم رهي ته يقيناً اسانجي قومي جدوجهد بدستور نمائشي ۽ بيجان رهندي.

(۱) عوام تائين پهچڻ جو طريقو: انهيءَ لاءِ تحريڪ جي بانين کي انهن لکها حقيقي سنڌين جو مکيه ٽڪر ۽ تضاد پنهنجو تضاد سمجهڻو پوندو انهن جي وڏيرا شاهي خلاف جدوجهد کي پنهنجي قومي جدوجهد جو هڪ لازمي حصو قرار ڏيڻو پوندو ۽ انهن وڏيرا شاهي جي لتاڙيل عوام کي اتان نجات ڏياري پاڻ سان شامل ڪرڻو پوندو.

(۲) وڏيرا شاهي ۽ پنهنجاپ:- قومي جدوجهد ۾ وڏيرا شاهي کي پنهنجو سمجهڻ ۽ ساڻن نه ڦٽائڻ هڪ خطرناڪ بيماري آهي. حقيقت ۾ وڏيرا شاهي کي نه ڪنهن تحريڪ سان ۽ نه وري سنڌين سان ڪا دلچسپي آهي. هن جو مفاد رڳو انهي سان آهي ته اهي لکها پورهيت بدستور سندن پيرن هيٺان لتاڙيل رهن ۽ هو انهي پنهنجي مفاد لاءِ سنڌ، سنڌين ۽ ٻي سڀڪا شئي تين وال ڪري سگهن ٿا. جنون جو تجربو سڀني آڏو آهي. پر ماضي کي ڇڏي حال ۾ ٽيندڙ ٻوليءَ جي فسادن ۾ سندس قوم دشمن ڪردار ڏسبو ته به سڄي ڳالهه صاف ٿي ويندي.

مٿين تجربن جي روشنيءَ ۾ جيڪڏهن وطن دوستن کي قومي جدوجهد ۾ نئين جان وجهڻي آهي ته کين پنهنجون پاليسيون بدلائڻيون پونديون. کين پنهنجي پرائي جي پرک رکندي پنهنجي جدوجهد ”وڏيرا شاهي خلاف جدوجهد“ جي بنياد تي ٻي رکڻي پوندي. کين ڏارين سان گڏ انهن نقلي پنهنجن جي يعني وڏيرا شاهي جي خلاف به لڙڻو پوندو ته جيئن اصلي پنهنجن يعني لکها عوام قومي جدوجهد ۾ شريڪ ٿين ۽ ان کي ڀرپور قوت حاصل ٿي سگهي. هي انتها پسندي ڪانهي پر هڪ اصول جو سوال آهي. هن مسئلي تي وچين وات وٺڻ جي معنيٰ ٿيندي قوم جي قربانين جو ميوو وري وڏيرا شاهيءَ جي وات ۾ وجهڻ. جا سدائين پرائي ڪٽڻي تي خان آهي.

**قادرو ڪڙهي، راڄپور سنڌ.**

... مان پڙهيل هاري آهيان، مان صرف ايترو چوندس ته مان پنهنجي مڙسيءَ سان زمين جو ٽڪرو حاصل ڪيو آهي، هاري ڀائرن کي صلاح ڏيندس ته ڪنهن تي به نه ڀاڙيو، ڪو ليڊر ڪو ورڪر توهان کي زمين ڪونه وٺي ڏيندو. مان ڏٺو ڪنيو ته منهنجا مخالف سنڌي وڏيرا به ٿيا ته ڌاريا چوڌري ۽ پناهگير به ٿيا سنڌي توڙي ڌاريو وڏيرو ڪنهن به حالت ۾ ڪڙمي جو ساٿ نه ڏيندو تنهنڪري پنهنجي مڙسي پاڻ ڪريو.

---

(آندل صفحي ۱۲ تان)

بچيل قومون ملڪ کان الڳ ٿي وينديون. انهيءَ ڪري آءٌ معزز ايوان کي گذارش ڪندس ته رٿيل دستور کي ڇاٽايل خرابين کان پاڪ ڪرڻ لاءِ منجهس بنيادي ڦيرڦار آندي وڃي ته جيئن اهو عوام جي مرضي ۽ گهرج مطابق ٿي سگهي.

# خط، تنقيد ۽ رايا

❀ همراهن "تحريڪ" ۾ ڇپيل نظرياتي بحث جي نظرياتي جواب بجاءِ گاريون ڏنيون آهن. پار ۾ ماڻهو پيڻ تي گاريون ڏيئي سگهي ٿو.

اسان جا ڪي يار اڃا صدين وارو پراڻو پوڇا وارو فلسفو ڪلهن تي ڪنيو هلندا وتن ٿا: "يا ته اسان وارن ٻتن کي پوڄيو نه ته گاريون ڏينداسين!" ضرورت انهيءَ آهي ته سنڌ جا سڀ ماڻهو گڏجي سنڌ جي مفاد لاءِ سوچين. پاڻ ۾ بحث ڪن. هڪٻئي جي ڳالهه سمجهن ۽ هڪٻئي کي سمجهائين، ڪشاده دليءَ کان ڪم وٺن، ڊگهي نظر ڌارين، سچي مياڻ جي گارين مان نه ڪجهه ٿيو آهي نه ٿيندو. هي ذاتي سوال ڪونهي. سنڌ جي هڪ ڪروڙ ماڻهن سان ناتا جوڙڻ جي ڳالهه ڪرڻي آهي. اميد ته سنگتي فضيلت سگهندا. سنڌ جي ڪاميابي ڪيئن ٿئي، ان تي بحث جاري رکندا. باقي دليلن جو جواب گاريون نه آهي. **هارون ڪاڙڪ، بدورو**

❀ سوال رڳو اهو ناهي ته فلاڻو هيترا دفعا جيل ويو يا فلاڻي هيڏا جا ڪوڙ ڪيا. مکيه سوال ته اهو آهي ته قومي جنگ ڪيئن ڪجي. ان لاءِ ڪهڙي راهه وٺجي، ڪهڙين قوتن تي دارومدار رکجي، انهن کي ڪيئن حرڪت ۾ آڻجي. ڪهڙيون ڏاهپون، ڪيڏيون ۽ چالون اختيار ڪجن؟ انهيءَ تي قومي صلاح مصلحت ۽ عام بحث ڪرڻ گهرجي ۽ سڀني جا خيال گڏ ڪري گڏيل قومي راهه اختيار ڪجي. رڳو پنهنجي ڳالهه جو عاشق ٿيو ته قومي ڪم ڪيئن هلندو؟ باقي قصيدن ۽ گارين واري وڏيرڪي سياست مان عوام بيزار آهي.
**منو مهيري، دبي.**

❀ اسان جا ڪي يار صبح شام ۽ رات ڏينهن "قومي اتحاد" "قومي اتحاد!" جا نعرا هڻي پنهنجي نڙي خشڪ ڪري ڇڏيندا آهن. هاڻ خبر پيئي ته هو ڪهڙي قسم جو اتحاد گهرن ٿا. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته ڪين اهو "قومي اتحاد" گهرجي جنهن جون واڳون وڏيرن ۽ سندن حامين جي هٿ ۾ هجن، جنهن ۾ وڏيرڪي راڄ جي حامين کي گاريون ڏيڻ جي موڪل نه هجي جنهن ۾ غريب عوام کي رڳو وڏيرن، ميرن، پيرن ۽ سيدن کي پيرين پوڻ، سندن سياسي ڪانين ڪرامتن جا قصا ٻڌڻ جي آزادي هجي. سياسي معاملن بابت سوچڻ سمجهڻ جو ڪم سچو وڏيرن ۽ سندن خليفن تي ڇڏيل هجي. اهڙي اتحاد کي "قومي اتحاد" سڏڻ ظلم ٿيندو. اها وڏيرڪي سياست ته سنڌ جا ماڻهو صدين کان ڏسندا اچن.
**علي محمد ميمڻ، حيدرآباد.**

❀ اڪتي قدم ۽ پيغام (مارچ) جي پڙهڻ بعد خيال هو ته تحريڪ جي مطالعي بعد سنڌي قوم ۽ زبان جي سڄڻن کي عرض ڪجي ته خدارا هي وقت پاڻ ۾ وڙهڻ ۽ اختلاف ڪرڻ جو نه آهي، پر تحريڪ جي نظر مان ڪڍڻ مان، جڏهن هي مضمون نظر مان گذريو، ته "اسين گاريون نه ڏينداسون" تڏهن پڙهندي محسوس ڪيم ته تحريڪ جي ڪارپردازن جي آڏو ڪا اٿاهه ڏورانهين منزل آهي جنهن لاءِ اخلاق جو ايڏو مظاهرو ڪيو اٿن. اها سراسر قلب ۽ قلم جي شرافت آهي. دست بدعا آهيان ته رب پاڪ تحريڪ جي نگراني ڪندڙن کي جزاءِ خير ڏي (آمين).

آخر ۾ سنڌي اهل قلم حضرات کي ادب مان عرض ٿو ڪريان ته دشمن نه ڪلايو، جنهن

تحريڪ (جيئي سنڌ) جو وجود ڇڙو نعرن تي تصور ئي ڪيو ويو سا اڄ آسمان سان وڃي ٻهتي آهي، هن وقت قلمي يا ذهني اختلاف جو وقت نہ آهي. درحقيقت اهو توهان جي قلم جو زورو آهي جنهن سنڌي ستل کي سجاڳ ڪ ي اکيون پٽرايون آهن تہ سنڌي اپوجهہ ڏس تہ تنهنجو دشمن ڪير آهي دوست ڪير آهي.

سنڌ جا هاري پائر توهان کي عرض ٿا ڪن تہ: اسان کي سجاڳ ڪرڻ وارؤ ٻاڻ ۾ اختلاف نہ ڪريو. خدارا هڪ ٿيو. هڪ زبان. هڪ قلم استعمال ڪريو جنهن ۾ اسان جو ۽ توهان جو ڀلو آهي. **مولوي عبدالرشيد جمالي، لاڙڪاڻو.**

❀ تحريڪ جا چارئي سلسلا پڙهيا اٿم. اوهان سنڌي ادب جي جنهن نموني خدمت ڪري رهيا آهيو، سا ساراهہ جوڳي آهي دعا ٿي ڪريان تہ شال اوهان جي تحريڪ پڙهي هرهڪ سنڌيءَ جي دل ۾ هڪ ”تحريڪ“ پنجي پوي... مظلومن جي تحريڪ، ظالمن کان بدلو وٺڻ لاءِ... حق جي تحريڪ... پنهنجا حق ڦرڻ لاءِ... **نسرين جوڻيجو، حيدرآباد.**

❀ تحريڪ ۽ پليجي صاحب بابت ڪارڪند ۽ ورِي انهن کي اوهانجو جواب بہ پڙهيم اوهان سچ پچ سنڌي قوم جا هڏ ڏوکي ۽ ڀلو چاهيندڙ آهيو. منهنجي صلاح آهي تہ اوهان پنهنجي اصولي جدوجهد جاري رکو. باقي ڪارڪند ڪندڙن لاءِ اياز جو قول آهي تہ: ”ڪنهن مونکي چيو تہ فلاڻي تنهنجي گلا ٿي ڪئي. مون ڏٺو تہ آءٌ جبل جي چوٽيءَ تي بيٺل هوس ۽ هيٺ جبل جي ٻاڙ ۾ وڇون ڏنگ هڻي رهيو هو.“ پليجو اهڙو عظيم آهي جو مٿس گند اڇلڻ يا ڪچيون ڳاريون ڏيڻ سان سندس عوامي ۽ انقلابي سوچ ۽ جدوجهد ۾ پائي جو بہ فرق ڪونہ پوندو. اسين سنڌي مظلوم عوام پليجي صاحب جهڙن مجاهد، دانائن ۽ قومي سروچن کي وڏيرن، ميرن، پيرن، ملن ۽ ڦورن جي ظلمن کان نجات جو ڪرٺو ٿا سمجهون. اسين کيس سندس ثابت قدميءَ اورچائي ۽ سچائيءَ تي سلام ٿا ڪريون. اسين هر ان سنڌي محب وطن جي آجيان ڪريون ٿا جيڪو اسان سنڌ جي غريب عوام ٿان ٿيندڙ ظلمن خلاف اسان سان گڏ جدوجهد ڪري ٿو. **مشتاق پلي، حيدرآباد.**

❀ ستل ذهن کي جاڳائڻ لاءِ تحريڪ ڪافي آهي. منهنجو خيال آهي تہ تحريڪ جا صفحا وڌايا وڃن تہ منجهس مواد ڪجهہ سرس اچي پوءِ قيمت ۾ پنڌرهن وڌ ٿي تہ بہ پڙهندڙن کي رنج نہ ٿيندو. **غلام حسين سومرو، چام شورو.**

❀ جيئو، ڙي جيئو! سنڌ جيئي! جڳ جڳ جيئي. ”تحريڪ“ جاري رکڻ جون واڌايون ڏيڻ کان تمام ڳريون ۽ مٺي آهن. توهان دوستن کان هڪ شڪايت ضرور اٿم تہ اوهان ڪنهن واٽ سبب نڙي پڪڙي وٺل هٿو ۾ مهڙ و سات ڏسي غلط سوچن ڙپ ڪائي ساهہ ڏنو آهي. **فتاح عابد، جيڪب آباد.**

❀ هن پرچي ۾ مواد اڳي کان اڳرو هيو، هڪ ڳالهہ وڏي افسوس سان لکڻي ٿي پوئيم تہ اوهان ”سنڌ جي سائين“ جي خلاف اڳ جو لکي چڪا آهيو سو ٺيڪ نہ هيو. هن پوڙهي کي تہ سنڌ سان ازلي پيار آهي

● آخري پرچي ۾ ادي سحر پريميءَ جو خط پڙهيم. ڏاڍي چڱي ڳالهه لکي اٿس پر پاڻ کي شايد پنهنجي قوم جي صحيح دشمن ۽ دوست جي ڄاڻ ڪانهي. اڄ تائين قوميت جو نعرو صرف پڙهيل طبقو هڻندو رهيو آهي. سنڌ ۾ مختلف طبقا آهن جيڪي سنڌ جي شهرن توڙي ڳوٺن ۾ رهن پيا ۽ جن سان پنهنجي پنهنجي جاءِ تي زيادتيون ٿيل آهن.

شهرن ۾ رهندڙ سنڌي سنڌ دشمنن جي گهيري ۾ آهي، ٻئي طرف ٻهراڙين جا ماڻهو وڏيرن جي مصيبت ۾ جڪڙيل آهن مگر آهي ٻنهي سان ظلم.

شهر ۾ ٿورين زيادتين ڪري شاگردن ڪي قومي شعور جاڳي پيو، پر ٻهراڙين ۾ وڏيرن جي لاتعداد زيادتين هوندي به خاموشي آهي انهيءَ جو واحد سبب اهو آهي ته اسانجو شهرن ۾ رهندڙ قوم پرست لڏو ٻهراڙين ڏانهن ڪوبہ توجہ نٿو ڏي ڇاڪاڻ جو هتي سندن چوڻ مطابق ظالم بہ سنڌي (وڏيرو) ۽ مظلوم بہ سنڌي (هاري ٠٠٠٠٠٠ وغيره) آهي.

هاڻي ڪاميابي اسانکي تڏهن ٿيندي جڏهن شهرن ۽ ڳوٺن جي مظلوم طبقن جو پاڻ ۾ اتحاد ٿيندو. شهري ۽ ڳوناڻا گڏجي جيستائين ڪنهن مسئلي تي تحريڪ نہ هلائيندا تيستائين صرف شهرين جي احتجاج تي سنڌ جي مسئلن جو حل ناممڪن آهي. سنڌي وڏيري اڪي ڀلي پنهنجي مٽي جو موڙ ٺاهيو پر اهو بہ تہ ڏسون تہ جنهن ڪي اسان پنهنجي مٽي جو موڙ ٺاهيو ان ۾ بہ بہ چار آنا قومي غيرت آهي يا نہ؟

اتي منهنجو دوست ساحر پريمي چوندو تہ ڪوشش ڪنداسين ۽ ڪين قوميت جو احساس ڏياريندا سين. انهيءَ جي لاءِ دوست! بنگال ۽ سنڌ جي وڏيري جون حالتون ساڳيون نہ آهن. هتي سنڌ جي وڏيري لاءِ ”ڪتي جي پڇ“ وارو مثال ٺهڪي اچي ٿو.

تازو پوليءَ وارن هنگامن دوران سنڌ جي وڏيري جو ڪردار اڳين اڳيان آهي.

اميد تہ منهنجو دوست ساحر پريمي سڄي ڳالهه سمجهي ويو هوندو ۽ توهان تي لڳايل الزام ”پنهنجي قومي جدوجهد ۾ قوت نہ وجهو“ واپس وٺندو.

امجد ”نواز“ ميمڻ
ٽنڊو ڄام سنڌ.

---

# تحريڪ

اوهان جي پنهنجي تحريڪ آهي، ۽ پنهنجي تحريڪ کي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پکيڙڻ، هڪ هٿ کان ٻي هٿ تائين پهچائڻ پاڻ سڀني جي گڏيل ذميواري آهي. ڇا اوهان اها ذميواري نڀايو پيا؟

# پڙهندڙ نَسُل ـ پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجھہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن کري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‎ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)